



# سورهه سنڌي ادب




## صاحب خان ٻسورهه ٻ ميرائي

Cell No: 0344 3919786
0300 3404488

# اندر

# روح

# رهیام

سهیژیندژ : مقصود گل

ڪتاب جو نالو: اندر روح رهيام

مرتب: مقصود گل

ڇاپو پهريون: جون 2002

تعداد: 500 ڪاپيون

ٽائيٽل: محمد فيصل ۽ احسان حبيب

ڪمپيوٽر ڪمپوزنگ: ممتاز علي سومرو ۽ آفتاب شاهه

ڇپائيندڙ: حامي يادگار ڪميٽي خيرپور

پرنٽرز: جاويد پرنٽنگ پريس خيرپور.

قيمت: 125/-

هي ڪتاب شاهه عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور جي مالي مدد سان حامي يادگار ڪميٽي ڇپرائي پڌرو ڪيو.

Name of Book: "ANDAR RUH RAHYAAM".
Compiled by: MAQSOOD GUL.
Edition 1st: 22nd June 2002.
Copies: 500.
Publisher: HAMI YADGAR COMMITTEE Khairpur.
Title: M. FAISAL & EHSAN HABIB.
Composed by: MUMTAZ ALI SOOMRO & AFTAB SHAH
Printer: JAVED PRINTING PREES KHAIRPUR.
Ph: 4377



جڏهانڪر ٿيام، ساڃاهه سپرين سين
تڏهانڪر تر جيترو، هڪ وير نہ وسريام
**اندر روح رهيام**، سڄڻ اوطاقون ڪري.



# سناءُ

حامي جي حياتي هڪ نظر ۾ ....

محبت ٻائي من ۾ رندا روزيا جن ...

**تعارف:** پروفيسر ڊاڪٽر عبدالرحيم ملڪ

وائيس چانسلر

شاهه عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور

**اورت اهو ني ٿيو** الطاف اثيم صدر حامي يادگار ڪميٽي

**لکڻ ليکو ناهه ڪو** مقصود گل

---

## فهرست

## "اندر روح رهيام"

## فهرست

# حامي صاحب جي حياتي هڪ نظر ۾

مائٽاڻو نالو: عطا محمد سوهو

پورو نالو: پروفيسر ڊاڪٽر عطا محمد حامي

ادبي نالو: حامي خيرپوري

والد جو نالو: قائم الدين سوهو

جنم: ۱ جنوري ۱۹۱۹ع ڳوٺ سوهو قناصرا (تنڊومستي روڊ) تعلقو ڪوٽڏجي ضلع خيرپور.

تعليم: پرائمري پنهنجي ڳوٺ مان ، ميٽرڪ ناز هاءِ اسڪول خيرپور ۱۹۴۱ع ۾، انٽر - سنڌ مسلم ڪاليج ڪراچي (۱۹۴۶ع ۾)، بي.اي، بي. ٽي، ايم .اي (۱۹۵۲ع ۾.....) پي. ايچ.ڊي سنڌ يونيورسٽي.

استاد: پير بخش، ٽاڪو مل، شفيع محمد پناهه، نبي بخش مغل، الهڏنو بلوچ، محمد شاهه، رسول بخش شيخ، عمردراز، پريتمداس، ويرومل ، ريواچند، اُڌارام ، غلام مصطفيٰ شاهه، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، جميل واسطي، عبدالستار ڪوهاٽي ۽ ٻيا........

شاعريءَ جي شروعات: اسڪول جي زماني کان.

روزي ۽ روزگار: "ڪلارڪ (PWD کاتو) ميٽرڪ ڪانپوءِ ( فيض گنج ۽ گمبٽ ۾) هاءِ اسڪول جو استاد. (ناز هاءِ اسڪول

جي لقمان برانچ ۾ ۱۹۴۶ع کان ۱۹۴۷ع تائين .... اُستاد، ٽريننگ ڪاليج فارمين خيرپور، آنرري ليڪچرار، هالا ڪاليج، ليڪچرار (سنڌي) ممتاز ڪاليج خيرپور (ون يونٽ ڪانپوءِ) اسسٽنٽ پروفيسر، ٽنڊو جان محمد، شڪارپور ۽ سکر ڪاليج، ايسوسيئيٽ پروفيسر، ممتاز ڪاليج خيرپور، رٽائرمينٽ ۱۹۷۹ع ۾ (ممتاز ڪاليج).

سياست جو آغاز: لياريءَ مان ميمبر ليجسليٽو اسيمبليءَ جي حيثيت سان، رياست جي چونڊ ۾ ۱۹۵۳ع ۾ ڪامياب ٿيڻ سان (ون يونٽ تائين).

شاعريءَ ۾ اُستاد: سيد غلام علي مسرور، محمود خادم اديب سنڌ، غلام احمد نظامي.

جن زبانن ۾ شاعري ڪئي: سنڌي، اردو، سرائڪي.

طبع آزما صنفون: غزل، نظم، رباعي، قطعو.

استعمال ڪيل تخلص: عطا، گرامي، حامي.

همعصر شاعر: محمد جمن هالو، عبدالله عبد، حامي معصومي، پرسرام ضياءَ، هري دلگير، طالب المولىٰ، رشيد احمد لاشاري، سرشار عقيلي.

ادبي شاگرد: ڊاڪٽر اياز قادري، نياز همايوني، ڊاڪٽر نواز علي شوق، مقصود گل، اميد خيرپوري، محمد علي حداد ۽ ٻيا......

اولاد: ٽي پٽ (١) مرحوم ضمير احمد) (٢) ڊاڪٽر نصير احمد)، (٣) مرحوم ظهير احمد) ۽ ٽياڻيون ( هڪ نياڻي حيات).

حج جي سعادت: ١٩٧٩ع ۾.

پرديس جا سفر: سعدي عرب، ايران، عراق، شام، ۽ بيت المقدس.

بيماري: ذيابيطس ـ آڪٽوبر ١٩٨١ع کان، سائي - مارچ ١٩٨٢ع ۾، لبلبي ۾ ڪينسر - ١٩٨٢ع ۾

وفات: ٣ جون ١٩٨٢ع ( خميس)، ٦٣ ورهين جي ڄمار ۾ جناح اسپتال ڪراچي ۾ .

آخري آرامگاهه: سندس اباڻو ڳوٺ سوهو ڦناصرا، ضلع خيرپور ميرس.

*****



# پيغام

سنڌ جي سلڇڻي سپوت پروفيسر ڊاڪٽر عطا محمد حامي جي 18 هين ورسيءَ جي موقعي تي اهيو اعلان ڪندي مونکي نهايت مسرت ۽ اطمينان محسوس ٿيو تہ حامي صاحب جي ورسين جي موقعي تي پيش ٿيندڙ معياري مضمون ۽ مقالا ڪتابي صورت ۾ شاھ عبداللطيف يونيورسٽي، خيرپور پاران ڇپائي پڌرا ڪيا ويندا.

اهيو اعلان ان لحاظ کان مناسب ۽ موزون معلوم ٿيو تہ ڊاڪٽر حامي پنهنجي علائقي جي هر دلعزيز سماجي شخصيت هجڻ سان گڏ منفرد ۽ ممتاز مقام رکندڙ عالم، اديب، محقق ۽ هڪ لائق فائق شفيق استاد پڻ هو. سموري سنڌ جا ماڻهو سندس شعرو سخن ۽ تحقيق جي ميدان ۾ سر انجام ڏنل ڪارنامن جا دل سان معترف آهن. سندس بيشمار خوبين سان سينگاريل شخصيت ۽ عالمانہ خدمتن جي مڃتا طور شاھ عبداللطيف يونيورسٽي، خيرپور هڪ هاسٽل جو نالو سائس منسوب ڪيو جتي هن زندگيءَ جو املھہ گهڙيون علائقي جي نوجوانن ۽ علم دوست ماڻهن کي علم ۽ ڏاهپ جا ڏس ڏيندي گذاريون هيون. ساڳئيءَ ريت سنڌ جي عظيم صوفي بزرگ حضرت سچل سرمست متعلق سندس تحقيقي ۽ تخليقي ڪم کي مان ڏيندي

يونيورسٽي اندر قائم ڪيل سچل چيئر ۾ سندس سموري علمي ۽ قلمي پورهئي کي هڪ هنڌ ڪٺو ڪري ۽ سندس ياد کي قائم رکڻ لاءِ عجائب گهر اندر سندس تصوير پڻ آويزان ڪئي وئي آهي.

"حامي يادگار ڪميٽي" خيرپور نئين نسل کي ڊاڪٽر حاميءَ جي علمي خدمتن کان آگاهه ڪرڻ ۽ سندس ياد کي زنده رکڻ لاءِ پنهنجي وسائل آهر پاڻ پتوڙيندي رهي ٿي تنهن لاءِ ڪين جَسُ هجي. هن ڀيري پيرو حامي صاحب جي خدمتن جي واکاڻ لاءِ يونيورسٽي کان سهڪار گهريو هيو جنهن جي موٽ ۾ شروعاتي طرح هڪ ننڍڙو تعارفي ڪتابڙو ۽ مختلف اديبن، شاعرن ۽ فنڪارن جي حوصلا افزائي لاءِ اعزازي شيلڊون سوکڙي طور پيش ڪيون ويون. هاڻي اسان حامي صاحب جي 20 ورسيءَ جي موقعي تي هي ڪتاب "اندر روح رهيام" شاهه عبداللطيف يونيورسٽي طرفان ڇپائي پڌرو ڪيو آهي جيڪو حامي صاحب جهڙي منڙي ماڻهوءَ سان عقيدت رکندڙ توڙي علمي ادبي حلقن جي لاءِ خوشيءَ جو باعث ٿيندو.

ساٿ سدائين قائم

**پروفيسر ڊاڪٽر عبدالرحيم ملڪ**
وائيس چانسلر
شاهه عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور

## محبت پائي من ۾، رندا روڙيا جن .....!!!
## ڊاڪٽر عطا محمد حاميءَ جا قلمي ڪارناما

١. ثمر حيات (مضمون) ماسٽر جي بڪ اسٽال خيرپور 1953ع

٢. درازن جا درويش ( مقالو ) محڪمہ اطلاعات خيرپور ـ 1959ع

٣. منصور ثاني سچل سرمست ( تحقيق ) پاڪستان پبليڪيشن ڪراچي 1963ع

۴. سنڌ جي ڪلاسيڪي شاعري (ترتيب) سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد 1981ع

۵. نينهن جا نعرا ( سچل سرمست جي مثنوين جو منظوم سنڌي ترجمو )
ترتيب: ڊاڪٽر نواز علي شوق. سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو 1983ع.

٦. وڪريل موتي (مضمون ۽ مقالا)
ترتيب: مقصود گل. سنڌي ڪتابي سلسلو ـ 1983ع

٧. سچل سرمست ( اردو ) اوقاف کاتو ـ مغربي پاڪستان

٨. خيرپور جي ميرن جو ادب . سياست ۽ ثقافت ۾ حصو.

٩. ڪليات ناز (ترتيب) سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو-1987ع.

١٠. داتا گنج بخش رحہ جي ڪتاب "ڪشف المحجوب" جو سنڌي ترجمو.

١١. تخليق آدم (ترجمو) اصل ڪوثر نيازيءَ جو لکيل (اڻ ڇپيل ......).

١٢. پيرل فقير جو ڪلام (ترتيب) ..... (اڻ ڇپيل.....).

١٣. لعل چند مجروح جو ڪلام (ترتيب) ....... (اڻ ڇپيل ......).

١۴. "حامي" جو ڪلام ترتيب: محمد علي حداد-حامي يادگار ڪميٽي خيرپور.

١۵. نئين زندگي. مهراڻ ۽ انيڪ ادبي رسالن ۾ ڇپيل سندس شاعري.

# اورڻ اهو ئي ٿيو . . .

هي منهنجي خوشين جو اوج آهي جو مرحوم سائين عطا محمد حامي جهڙي خود شناس ۽ خوددار انسان جي شخصي حيثيت، علمي قابليت، گفتار ۽ ڪردار جي ڪيترن ئي رخن تي سنڌ جي لائق فائق عالمن ۽ اديبن جا ويچار ڪتابي صورت ۾ اوهان جي سڀاڳن تائين پهتا آهن.

"حامي" صاحب پنهنجي حياتي منفرد انداز ۾ وڏي البيلائي سان پر گهڻي آبرو منديءَ سان گذاري. هو پنهنجي وقت جي ڳاڻ ڳڻين شاعرن ۽ اديبن ۾ هڪ هو جيڪي پنهنجي لکڻين ڇپائڻ لاءِ اشاعتي ۽ اخباري ادارن جو ڪڏهن ايلازو ڪونه رهيا. ڪين فوٽو ڇپرائڻ جي ڦيري مغز ۾ نه سمائي. ريڊيو، ٽي وي ۽ مووي وارن جي ٽهل ۾ ٽائيم نه وڃايائون. هر تقريب ۾ صدارت جي صدري پائڻ جي سڪ ۾ سُڪي سوڙها نه ٿيا. انهن جي آرزو ۽ ارمان اگر رهيو ته فقط اهوئي ته دائما ماڻهن جي دلين ۾ رهجي ۽ زبان تي سنڌن نالو ڪو آئي ته عزت ۽ اُڪير منجهان آئي. حامي ان معاملي ۾ بلاشڪ وڏي ڀاڳ وارو نڪتو. ڪيس هڪ مشفق ۽ مهربان استاد طور مان ڏيڻ وارا هزارين شاگرد مليا. سنگت ساٿ، ڳوٺ راڄ ۾ هن ڪي همدرد. هڏ ڏوڪي ۽ رَڳُ ڇڳي مڙس جي حيثيت ۾ هميشه سڃاتو ويو.

پنهنجي نيڪ نيتي ۽ سڀ سان سهڻي سڀاءَ واري هلت جي آڌار تي هي جهان ڇڏڻ کان پوءِ به ياد ڪي قائم رهڻ جي ڪيس پڪ هئي تڏهن ئي ته چيو هيائين:

حامي ٿيا سون دور نظر کان تہ ڇا ٿيو.
دل کان اسان کي دور رکي ڪير ٿو سگهي.

دائما دلين ۾ رهڻ جي آرزو مند حامي جي ياد ۾ هر سال سندس اباڻي ڳوٺ سوهو ڦناصرا ۾ هڪڙي يادگار "ادبي ڪانفرنس" ۽ راڳ رهاڻ ٿيندڙ آهي. گذريل ڪيترن سالن کان هڪ منڙي ماڻهوءَ کي مئي پڇاڻان مان ڏيندڙ محبتين جي ان ميڙاڪي مچائڻ ۾ جتي حامي جي اولاد، ڳوٺ واسين ۽ سائين سڪ رکندڙن جو حصو رهيو آهي اتي ورسي جي مناسبت سان سموري سنڌ کي سهيڙڻ سموهڻ ۾ اورچائي ۽ اتساهہ سان جيڪو هٿ اسان جو پيارو لعل بخش منگي ونڊائي ٿو تنهن جو اعتراف نہ ڪرڻ مون لاءِ منافقت جي برابر ٿيندو. "حامي يادگار ڪميٽي" جي پليٽ فارم تان سندس خدمتون بيشمار آهن. خيرپور جي علمي ادبي ميڙاڪن جو مانُ ڊاڪٽر تنوير عباسي ۽ سندس ٻانهن ٻيلي محمد علي حداد کان پوءِ "حامي يادگار ڪميٽي" کي سندس مول مقصدن موجب سرگرم ڪرڻ لاءِ منهنجي مٿان ذميواري رکي وئي جيڪا تمام ڳري آهي مان پنهنجون مصروفيتون ۽ مجبوريون دوستن آڏو بيان ڪيون پر جڏهن حامي صاحب جي فرزند ڊاڪٽر نصير احمد ۽ لعل بخش منگي مون سان هر طرح سات ڏيڻ جو وعدو ڪيو تہ مون پاڻ لاءِ ڪجهہ سولائي سمجهي. "حامي" جي ڪلام ڇنڊڇاڻ کان پوءِ 18 ورسي جي موقعي تي ڀڀريون ڀيرو سچل چيئر، شاهہ عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور پاران مون هڪڙو ننڍڙو ڪتابڙو "حامي سچل جو شارح ۽ محقق" ترتيب ڏئي ڇپائي پڌرو ڪيو. حامي يادگار ڪميٽي پنهنجون اشاعتي ترجيحات متعين ڪيون ۽ فيصلو ڪيو ويو تہ هيل تائين ورسي جي موقعي تي پڙهيل چونڊ مضمون ۽ مقالا ڪتابي صورت ۾ ڇپايا وڃن.

اسان جي سوچ کي سنتت ئي سچائي جو روپ مليو جو سنڌ جي هڪ سخي ۽ سچي قلمڪار قاضي مقصود گل ٻڌايو تہ هن حامي صاحب بابت مضمون ۽ مقالا ترتيب ڏئي ڇڏيا آهن فقط ڇپائڻ جي ضرورت آهي. منهنجي گذارش تي پاڻ ڪتاب جو مسودو منهنجي حوالي ڪيائين. حامي جي ارڙهين ورسي جي موقعي تي شاهہ عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور جي وائيس چانسلر. پروفيسر ڊاڪٽر عبدالرحيم ملڪ صدارتي تقرير ڪندي اها خوشخبري ڏني هئي تہ خيرپور جي تاريخ جي ڄاڻو محقق ۽ سچل سائين جي پارکو "حامي" صاحب بابت جيڪڏهن ڪو ڪتاب ڇپرائڻ لاءِ ڇپيو ويندو تہ پاڻ ان ڏس ۾ ڀرپور تعاون ڪندا.

مون کي ڊاڪٽر اي. آر. ملڪ صاحب جي علم دوستي ادب پروري ۽ ثقافت شناسي جي پوري ريت پروڙ هئي تنهنڪري مڪمل اطمينان سان مون هن ڪتاب جو مواد سندن آڏو منظوري لاءِ رکيو جنهن لاءِ پاڻ وڏي فراخدلي سان اهو ڇپرائڻ لاءِ ڇپائون ۽ تاڪيد پڻ ڪيائون تہ هاڻي جيڪا ورسي ملهائي وڃي تنهن ۾ حامي صاحب بابت ڪتاب جي رونمائي پڻ رکيل هجي. ايڏي ساري حوصلہ افزائي بابت مون هڪدم برادرم لعل بخش منگي ۽ ڊاڪٽر نصير حامي کي اطلاع ڏنو جن بيحد خوشيءَ ۽ واڪاڻ جو اظهار ڪندي ڪم کي ترت تڪميل تي پهچائڻ جي تمنا ڏيکاري. مالڪ جا لک احسان اسان هن نيڪ ڪم جي سرانجامي ڪندي سرخرو ٿياسون.

مان پنهنجو اخلاقي فرض ٿو سمجهان تہ ڪتاب کي سمورن مرحلن مان پار پڄائڻ تي جن مهربانن ساٿ ڏنو تن جو دل سان اعتراف ڪريان. ڀاءُ لعل بخش منگي پنهنجي عوامي عهدي جي گونان گون مصروفيات مان موڪلون وٺي بہ مونسان پريس ۾ اچي ويٺو. مهر خادم ريسرچ آفيسر.

سچل چيئر ۽ ممتاز علي سومرو. ڪمپيوٽر آپريٽر پروف ڏسڻ ۽ ترتيب ڏيڻ ۾ مدد ڪئي. فيصل ۽ احسان ٽائيٽل ڊزائيننگ ۾ ساٿ ڏنو. ڀاءُ خان محمد ذاتي دلچسپي وٺي وقت سر ڇپرائي پڌرايو. اميد ڪجي ٿي تہ هي ڪتاب "حامي" بابت آئينده ٿيندڙ تحقيق ۾ گهڻو مددگار ثابت ٿيندو.

حبيبن هيڪار منجهان سڪ سڏ ڪيو،
سو مون سڀ ڇمار، اورڻ اهوئي ٿيو.
(شاهه)

**الطاف اثيم**
صدر
حامي يادگار ڪميٽي

ڪامران هائوس
راڻي پور
14-06-2002

# لکڻ ليکو ناھہ کو ...

ماڻھو تہ سڀ ماڻھو آھن. پر ماڻھن ۾ وري ماڻھو ٿي جيئڻ سوبہ ھن اوکي جھان ۾ ھر ڪنھن جي وس جي ڳالھہ نہ آھي. اھا بہ ھڪ حقيقت آھي تہ ماڻھن ۾ ماڻھو. ڌڻي ڏاتار پنھنجي مرضيءَ سان منتخب ڪندو آھي. ھونءَ تہ ڪوڙ ڪوتاھہ قد پين تي بيھي پاڻ کي ماڻھن کان مٿاھون ڪري بيھارڻ جي ڪوشش ڪندا آھن پر ائين ڪو نہ ٿو ٿي سگھي، تہ ڪو ماڻھو پاڻ کي پاڻ ماڻھن ۾ ماڻھو بڻائي سگھي. عھدو. پيسو. پلاٽ ۽ پيجارو تہ ماڻھو سلام ڪري. سلوٽ ھڻي پنھنجي ضمير جي پٺي ٺپيري ننڍ ڪرائي حاصل ڪري سگھي ٿو پر اندر توڙي ٻاھر جي سونھن. سچائي . سيرت. سوڀيا ۽ قوم ۽ وطن کي سڀ ڪجھہ ارپڻ وارو جذبو جنھن کي ڏيڻ وارو ڌڻي انھيءَ کي ئي حاصل ٿيندو آھي.

مولانا ابوالڪلام آزاد ھڪ ھنڌ چيو تہ "ڳڻنھار ماڻھو الله جي طرفان عطا ڪيل ھڪ تحفو آھي. جيڪو پنھنجي آس پاس وارن ماڻھن جي لاءِ رحتمن جا ريج ڪٽي ايندو آھي".

۽ ھا واقعي آھي بہ ائين....

جن بہ حامي صاحب جھڙن انسانن کي ڏٺو. پرکيو ۽ محسوس ڪيو ھوندو انھن کي ضرور مولانا صاحب جو مٿيون قول سچو محسوس ٿيندو ھوندو.

حامي صاحب اسان جي سنڌ جو ۽ خاص طرح سان خيرپور جو هڪ سادڙو ۽ سٻاجهڙو انسان هو. جنهن جي سادگيءَ ۽ سادڙي پوشاڪ ۾ ئي هڪ وڏو شانُ ۽ مانُ. داب ۽ دٻدٻو سمايل هوندو هو. هو هيو تہ هڪ وچولي طبقي جي ننڍڙي زميندار گهراڻي جو فرد. پر قدرت کيس اهو مانُ ۽ مرتبو عطا ڪيو هو جو وقت ۽ تاريخ کيس ميرن ۽ پيرن جي هن شاهي شهر ۾ بہ ايترو تہ نروار ۽ نشانبر ڪيو جو هي ڪاري ڪراڪلي ٽوپي وارو سادڙو ماڻهو. تحمل وارن تاجدارن جي قطار ۾ بہ سڀني کان ڪڙانئو بيٺل نظر اچي ٿو.

حامي صاحب هڪ گهڻ گُڻو انسان آهي جنهن ۾ ايترا تہ گڻن جا گل مهڪندا ۽ ٻهڪندا نظر اچن ٿا جو سندس شخصيت لاءِ گل دستي جي تشبيهہ بہ مون کي محدود ٿي لڳي.

حامي صاحب تہ هڪ پر بهار گلزار آهي، جنهن جي رنگ، رونق ۽ خوشبوءِ جا سدا گلاب نکريا ۽ نروار ٿيا بيٺا آهن.

حامي صاحب شاعر بہ آهي تہ اديب بہ. عالم بہ آهي تہ محقق بہ تاريخدان بہ آهي تہ سياستدان بہ. پر سندس سڀ کان وڏي عظمت اها آهي تہ هو هڪ سچو ۽ خلوص وارو انسان آهي. سچو کرو وري اهڙو جو ڪيئي تيس مار ۽ طريل کائنس باقائدي ڪن هڻندا هئا. حامي صاحب مذهبي حوالي سان هڪ سڌو ۽ سادو مسلمان هو جنهن جو ڪنهن بہ فرقابنديءَ ۽ ڌڙا بنديءَ سان ڪوبہ واسطو ڪو نہ هو. اها ٻي ڳالهہ آ تہ مولا عليءَ جي قول وانگر حامي صاحب جي آئيني وانگر صاف تصوير ۾ هر ڪنهن پنهنجو پنهنجو عڪس ڏٺو هجي. بس هن آدرشي انسان جو هڪ ئي مذهب هو، محبت وارو مذهب ۽ بس.

كنهن سان بہ ڪائنات ۾ ڪلفت نہ رکون
مذهب اسان جو آهہ محبت خداگواهہ

ڪنفيوشس چيو " جيڪو ماڻهو فطرت وانگر سخي آهي اهو ڪڏهن بہ نہ مري".

حامي صاحب بہ فطرت وانگر سخي هو. هن ڪڏهن بہ ڪنهن کان بہ محبت جو شراب وانجي نہ رکيو پر بنا ڪنهن ڀيدڀاء ۽ ڇاڻ ڇڄاڻ جي هر پياسي لاءِ پنهنجا پيار پيمانا کولي رکيا هئا.

اها منهنجي خوش بختي آهي جو مون کي حامي صاحب جهڙي ڏاتيار جي قريب رهڻ جو موقعو مليو. اها ٻي ڳالهہ آهي تہ مان هڪ بي قرينو ماڻهو هن علم ساگر جي ڀرتي ويٺو صرف لهرن ۾ لڙهندڙ لال ڏسندوئي رهجي ويس. پر پوءِ بہ سندس قرب منهنجي زندگي جو عظيم سرمايو آهي.

حامي صاحب جي ويهين ورسيءَ جي موقعي تي شايع ٿيندڙ سندس شخصيت متعلق هي پهريون ڪتاب " اندر روح رهيام" آهي. منهنجي لاءِ اهو تمام وڏو اعزاز آهي جو حامي صاحب جي هن ڪتاب ۾ منهنجي ٿورڙي خدمت شامل آهي.

مان پنهنجي طرفان ۽ **"حامي يادگار ڪاميٽيءَ"** جي طرفان ۽ ادب شناس محترم عبدالرحيم ملڪ صاحب . وائيس چانسلر شاهہ عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور جو دل جي گهراين سان احسان مند آهيان جنهن صاحب علم. ادب ۽ حامي صاحب سان پنهنجي محبتن جو اظهار ڪندي.

پنهنجي هڙئون توڙي وڙئون. پيار ۽ پاپوهه جي گلن جون ورڪائون ڪري هن ڪتاب "**اندر روح رهيام**" کي سينگاري ۽ سنواري پائڪن جي خوبصورت هٿڙن جي رونق بڻايو آهي.

اسان کي تمام گهڻي پڪ آهي تہ ملڪ صاحب جون شفقتون ۽ محبتون اسان سان ۽ حامي يادگار ڪاميٽيءَ سان هر موڙ تي همدم ۽ هم قدم رهنديون.

" سکي وسي شال سهڻي سنڌ لطيف جي ".

**مقصود گل**

المنظر رتوديرو

١٥ جون ٢٠٠١ع



(حامي) صاحب جي ڳالهائڻ جو متاثر ڪندڙ انداز



3 جون 83ع حامي صاحب جي ورسي جي موقعي تي مخدوم امين فهيم صاحب
ڊاڪٽر تنوير عباسي صاحب ۽ لعل بخش منگي صاحب ورسي ۾ شرڪت لاءِ اچي رهيا آهن



(حامي) صاحب جي ارڙهين ورسي جي موقعي تي ڪونيل ادبي ڪانفرنس ۾ شرڪت ڪندڙ اديب



(حامي) صاحب جي ارڙهين ورسي جي موقعي تي ڪونيل ادبي ڪانفرنس ۾ ڊاڪٽر عبدالرحيم ملڪ، نثار صديقي، الطاف اثير، نصير حلقي ۽ لعل بخش منگي خطاب ڪري رهيا آهن.

# مرحوم عطا محمد حامي ...

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ

مرحوم عطا محمد حامي لاءِ هي لفظ لکندي ساڻس محبت ڀريون ملاقاتون ياد اچن ٿيون. خيرپور وڃڻ ٿيندو هو ته حامي سان ئي ملڻ جو انتظار رهندو هو. ان وقت ناز هاءِ اسڪول جي هاسٽل ۾ مقيم هو ۽ اتي استاد جي حيثيت ۾ شاگردن وٽ گهڻو مقبول هو. سندس ذهانت ۽ علم ادب سان شفقت ڏسي مون کيس آماده ڪيو ته خيرپور رياست جي ادبي تاريخ تي تحقيق ڪري. هن اها صلاح قبولي ۽ آءُ سندس گائيڊ ٿيس. وڏي محنت سان ڪم ڪيائين. ان سلسلي ۾ مون کيس جيڪي ڏس پتا پئي ڏنا قلمي مواد لاءِ، اتي بنا دير جي پهتو ۽ قيمتي مواد جمع ڪيائين. ڪن موضوعن تي ڪيل تحقيق جي روشني ۾ لکيائين ۽ مونکي ڏيکاريائين، انهيءَ مشق سان نثر نويسي ۽ مضمون آرائي ۾ وڏي صلاحيت پيدا ڪيائين ......مون سان وابسطه رهيو ۽ آخر ۾ ڊگري ڪنهن ٻئي صاحب جي نگراني ۾ ورتائين. شاعريءَ به حامي صاحب جي طبع سليم ۾ سمايل هئي، هو پنهنجي دور جي سنڌي شاعرن ۾ وڏي مان ۽ معيار وارو هو. ذاتي طور تي خوش اخلاق ڪلڻو ملڻو ۽ ڪچهري جو مور هو. اڄ پاڻ اسان وٽ ڪونهي پر جيڪڏهن لکت ۾ سندس ڪو به مواد موجود هجي ته ان کي سندس علمي ادبي خدمتن جي اعتراف طور بنا دير شايع ڪيو وڃي.

*****

# پروفيسر عطا محمد حامي
# هڪ سچو ۽ مخلص ماڻهو

ڊاڪٽر غلام علي الانا

پروفيسر عطا محمد حامي هڪ سچو ۽ مخلص ماڻهو. هڪ انسان دوست شخص. گفتگوءَ ۾ کرو انسان ۽ هڪ بهترين في البديع شاعر هو. سندس ڳالهائڻ جو انداز، تقرير ۽ تحرير جو انداز بہ سڀ کان نرالو. دوستيءَ ۾ سندس وهنوار وارو انداز هو. جنهن کي لفظن ۾ بيان ڪرڻ مون لاءِ آسان نہ آهي. سندس هر ڳالهہ ۾ خلوص نمايان هوندو هو. هن جي هر گفتگوءَ ۾ پنهنجائپ وارو انداز هوندو هو. تکيہ ڪلام طور پاڻ هميشہ "ظالم " ۽ " منڙا " لفظ استمال ڪندو هو. عاشقانہ مزاج رکندو هو. سندس انهيءَ مزاج جي ڪري ڪيس هرڪو عزت ، محبت، پيار ۽ پاٻوهہ سان پيش ايندو هو.

حامي صاحب جي واتان اُترادي لهجي واري انداز ۾ گفتگو ڏاڍي مٺي لڳندي هئي. پاڻ گهڻو ڪري، پنهنجيءَ گفتگو ۾ سامهون واري لاءِ اسم.تصغير جو صيغو گهڻو استعمال ڪندو هو. عام گفتگو بہ شاعرانہ انداز سان ڪندو هو. سندس هر جملي ۾ شاعرانہ طرز نمايان هوندي هئي.

هونءَ تہ اتر سنڌ جا اڪوڻا شاعر گهڻو ڪري ايراني شاعرن وانگر سهڻن ڇوڪرن کي پسند ڪندا هئا ۽ انهن سان پيار ونديندا هئا ۽ شاعري بہ انهن تي ئي ڪندا هئا. حامي صاحب بہ انهيءَ مزاج وارو ماڻهو هو. جيتوڻيڪ منجهس ٻي ڪابہ علت ڪانہ هوندي هئي پر عاشقانہ مزاج رکڻ جي ڪري، هو هر خوبصورت ڇوڪري کي " پيارا ". " مَن "." منڙا" ۽ ظالم " جهڙن لفظن

سان مخاطب ٿيندو هو. يا هي جملو وري وري دهرائيندو هو: " من تون تہ کوظالم آن" يا چوندو هو تہ " منڙا هتڙي تہ آ" .

مون وٽ . سنڌالاجي ۾ داخلا وٺڻ واري زماني کان اڳ بہ ايندو ويندو هو. حيدرآباد آيو ۽ مون سان نہ مليو. اها ڳالهہ اڻٿيڻي هوندي هئي. سنڌالاجيءَ ۾. محمد قاسم ماڪا ڪيس ڏاڍو وڻندو هو. محمد قاسم ماڪا. رئيس ڪريم بخش نظاماڻي کي بہ ڏاڍو وڻندو هو. ڪڏهن ڪڏهن حامي صاحب ۽ رئيس ڪريم بخش نظاماڻي هڪ ئي وقت، مون وٽ اچي نڪرندا هئا. ايندي شرط فرمائش ڪندا هئا تہ ماڪ صاحب کي سڏايو وڃي. ٻئي ڄڻا حامي صاحب کي پنهنجي وچ ۾ ويهاريندا هئا ۽ پيار وٺڻ ۾ حصيدار هوندا هئا. حامي صاحب مون کي چوندو هو تہ " الانا ! تو تہ پاڻ وٽ ظالم ويهاري ڇڏيا آهن. تون خود بہ وڏو ظالم آن. "

حامي صاحب جڏهن رٽائرمينٽ واري عمر جي ويجهو اچي پهتو تڏهن ڪيس Ph.D ڪرڻ جو اچي شوق جاڳيو. مون کي خط لکيائين جنهن ۾ منهنجي نگرانيءَ ۾ Ph.D ڪرڻ جو اظهار ڪيائين، پر پنهنجي انهيءَ شوق جو اظهار جنهن نموني سان ۽ جن لفظن ۾ لکي ڪيائين، سندس اهو نمونو ۽ لکڻ جو انداز انوکو هو. خط ۾ لکيائين تہ:

"پيارا سائين !هن عمر (رٽائرمينٽ واري عمر) ۾ جيڪڏهن فلاڻا فلاڻا خط ۾ نالا بہ لکيا هئائين صاحب شادي ڪري سگهن ٿا تہ انهيءَ ساڳيءَ عمر ۾ غريب حامي Ph.D ڇونہ ڪري ؟"

مون بہ ڪيس انهيءَ طرز ادا سان جواب ڏنو.

اتر سنڌ جي سيني ماڻهن کي اها خبر آهي تہ حامي صاحب جا خيرپور رياست جي شاهي گهراڻي وارن ميرن کان سواءِ خيرپور جي عام ماڻهن سان بہ

ڏاڍا سٺا ۽ گهاٽا ناتا ۽ واسطا هوندا هئا. حامي صاحب سندس وڏن ڪان وٺي خيرپور جي ميرن جو ماڻهو هو. انهيءَ صاحب سندس وڏن ڪان وٺي خيرپور جا مير صاحب ڪيس عزت ڏيندا هئا ۽ سندس احترام ڪندا هئا. اهوئي سبب هو جو پاڻ فيصلو ڪيائون ته. خيرپور جي ميرن جي دور جي علمي، ادبي، سياسي ثقافتي تاريخ تي تحقيق ڪن مون به سندن لاءِ اهوئي موضوع مناسب سمجهيو. ڇاڪاڻ ته هڪ ته ان ڪان اڳ خيرپور جهڙي ثقافتي خطي تي ڪو گهڻو تحقيقي ڪم ٿيل ڪونه هو. ۽ ٻيو ته خيرپور جي علم ادب جي تاريخ ۽ ثقافت تي تحقيق ڪرڻ لاءِ حامي صاحب کان وڌيڪ ٻيو ڪو موزون عالم به ڪو نه هو. Ph.D. جي لوازمات جي مڪمل ڪرڻ کان پوءِ ڪيس Ph.D لاءِ رجسٽر ڪيو ويو. رجسٽر ٿيڻ کان پوءِ ڪن ڇيٽاپور ماڻهن سندس پاسو ورتو ۽ سندس ڪن ڀريا ته . الانا وٽ پاڻ ڪي Ph.D لاءِ رجسٽر ڪرائي وڏي غلطي ڪئي اٿئي. الانا تنهنجي Ph.D لاءِ ٿيسز مڪمل ڪرڻ ۾ رڪاوٽون وجهندو ۽ توکي تڪليفون ڏيندو. پر حامي صاحب انهن کي ڪتو جواب ڏنو ته " اهو اسان ٻن پراڻن دوستن جو مسئلو آهي. جيڪڏهن الانا رڪاوٽون وڌيون ۽ Ph.D ڪرڻ نه ڏنائين ته آءٌ پنهنجي مولا جو اهو فيصلو سمجهندس پر پنهنجو گائيڊ هر حالت ۾ الانا کي ئي رکندس.".

ڌڻي تعالىٰ پنهنجو ڪرم ڪيو. اسان ٻنهي جي رهجي آئي . بدخواهن ڏٺو ته حامي صاحب هڪ اهڙي ٿيسز لکي پيش ڪئي آهي جو خيرپور ته ڇا پر ٻئي ڪنهن به صاحب، سنڌ جي ٻئي ڪنهن به تاريخي ۽ ثقافتي شهر تي انهيءَ معيار واري تحقيق ڪا نه ڪئي آهي. اها ٿيسز پوءِ سنڌالاجيءَ جي طرفان ڇپجي ظاهر ٿي.

حامي صاحب جي نوجوان فرزند جي وفات تي. سائس عذر خواهيءَ لاءِ آءٌ. منهنجو قابل احترام استاد. علامه غلام مصطفىٰ قاسمي ۽ محمد ابراهيم

جويو صاحب گڏجي وٽس سندس ڳوٺ وياسين. حامي صاحب پنهنجي گهر کان ٻاهر اچي اسان جي آجيان ڪئي. سندس ملڻ جو انداز ساڳيو مزاح وارو ۽ پيڪيدار هو. ڄڻ ته سائس ڪو حادثو پيش ئي نه آيو آهي. هت فاتح کان پوءِ چيائين:

منهنجي مولي سورهن سالن جي عمر جي عرصي کان پوءِ گهٽين سڪائن پاڪائن کان پوءِ اهو پٽڙو ڏنو هو. جڏهن اهو پٽڙو سورهن سالن جي عمر جو اچي ٿيو ته هو انکي واپس وٺي ويو. هو پاڻ مالڪ آهي. وس وارو آهي. ڏنائين به پاڻ ته وري ورتائين به پاڻ. هن سان ڪير حجت ڪري سگهندو؟ ڪير ڪائنس پڇندو ته تو ائين ڇو ڪيو؟ بس صبر ڪرڻو آهي! "

حامي صاحب اهي لفظ وڏيءَ همت سان چيا. سندس چهري تي ڪنهن به قسم جي ڏک ۽ افسوس يا رنج جا اثر ظاهر نه هئا. آءُ دل ئي دل ۾ خوش هوس ته حامي صاحب پٽ جي وڇوڙي جي صدمي کي برداشت ڪري ويو آهي، پر دراصل ائين نه هو.

حامي صاحب کان موڪلائڻ کان پوءِ ، حيدرآباد واپس ورندي، ڪافي دير تائين خاموش رهڻ کان پوءِ، جناب قاسمي صاحب جيڪي حڪمت واري علم جا به ماهر آهن، ته وري عام زندگيءَ ۾ به وڏو تجربو رکن ٿا. فرمايائون ته:

" حامي صاحب ظاهري طور ته وڏي حوصلي ۽ ٻيڪي سان گفتگو ڪري رهيا هئا. پر منهنجيءَ سمجهه موجب سندن دل ڪاڇي ڇڪي آهي ۽ ڪنهن به وقت ڌرڪي سگهن ٿا."

ٿيو به ائين، حامي صاحب، نوجوان پٽ جي وڇوڙي وارو صدمو گهڻي وقت تائين برداشت ڪري نه سگهيو ۽ جلد ئي هن جهان مان لاڏاڻو ڪري ويو.

عطا محمد 'حامي' جهڙا سچا. مخلص ۽ کرا ماڻهو صدين کان پوءِ جنم وٺندا آهن. ڌڻي تعاليٰ شال کين پنهنجي جوار رحمت ۾ رکي ۽ سندن شاعرانہ پيغام هميشہ لاءِ سنڌ وارن جي رهنمائي ڪندورهي. آمين.



# ڊاڪٽر عطا محمد حامي ...

ڊاڪٽرميمڻ عبدالمجيد سنڌي

موجوده دور ۾ ماڻهن ۾ محبت مروت، سڪ ۽ ساجاهه، اخلاص ۽ انسانيت جا قدر مرڻي مانا ٿي ويا آهن. هر قسم جي لڳ لاڳاپي، تعلق ۽ وابستگيءَ غرض ۽ مقصد جا ايڏا تہ ٿلها تهہ چڙهي ويا آهن، جو انسان جي اصل صورت ۽ شڪل الائي ڪهڙي اونهيءَ غار ۾ گم ٿي ويئي آهي. هر ڳالهہ مصنوعي پئي لڳي، ۽ غرض ۽ مقصد ڪانسواءِ اچ وچ ۽ تعلق قائم ڪرڻ بي سود ۽ بي جا پيو سمجهيو وڃي. اهڙيءَ اڻ هوند ۾ جيڪڏهن هڪڙو محبتي مرد ملي وڃي، تہ وڏي وٿ آهي. اهڙي سراپا خلوص ۽ محبت واري ماڻهو جي سڪ جو ساءُ اسان کي بہ نصيب هو. پر اهو بہ منهن مٽي موڪلائي، اوڏاهن هليو ويو، جتان ڪوبہ واپس نہ وريو آهي. اهو منڙو ۽ ملوڪ ماڻهو هو: " ڊاڪٽر عطامحمد" حامي".

هميشہ منهن ۾ مرڪ، چهرو ٻهڪندڙ ۽ مهڪندڙ، وڏي پيار ۽ پاٻوهہ مان ملندو، هر ڪو ائين پيو وسهندو، تہ ڄڻ محبت ۽ سڪ اُتس ئي مون سان؛ ائين پيو ڪلندو ۽ ڏِک ڏيندو ڄڻ ڏک ۽ ڏولائو سندس ويجهوئي نہ ويو آهي؛ پر حقيقت اها هئي تہ هو مرڪ ۾ لڙڪ لڪائي، پير ونڊي پنهنجي ۽ ٻين جي زندگي خوشگوار بنائيدو هو ۽ ان ۾ رنگيني ۽ رعنائي پيدا ڪندو هو. خوش خلقي ۽ خوش طبعي حامي صاحب مرحوم جي مزاج ۽ فطرت جون خاص خوبيون ۽ خصوصيتون هونديون هيون. جنهن ڪچهريءَ ۾ هوندو هو، ان کي باغ و بهار بنائي ڇڏيندو هو. سندس مزاج ۾ حقيقت پسندي هوندي هئي. هر ڳالهہ سچي ۽ کري ڪندو هو. سچ ۽ حق چوڻ ۾ ڪنهن جو بہ لحاظ، ۽ ڪنهن بہ قسم جو

رياءُ نہ ڪندو هو. جيڪو سچ سمجهندو هو. اهو بنا ڪنهن هٻڪ ۽ اٽڪ جي پڌري پٽ چئي ڏيندو هو. وڏ وڏيرو بہ سندس نشاني ڪان بچي نہ سگهندو هو. ڪنهن ڪي مجال هئي، جو ڪين جواب ڏئي سگهي، يا مزاحيہ جملو ڳالهائي سگهي !! ٽوريئي ڪٺنس ڪيائين، يا مزاحيہ گفتگو ڪيائين، تہ پوءِ ڦاٽو، جند ڇڏائي نہ سگهندو، انهيءَ ڪري سدائين پاسيرو ڳالهائيندا هئاسون، تہ متان ڦاسي نہ پئون.

هڪ ڀيري جي ڳالهہ آهي تہ سنڌي ادبي بورڊ جا سڀ ميمبر، بورڊ جي چئرمين محترم مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي صاحب ۽ سيڪريٽري محترم غلام رباني صاحب سان گڏجي جون ١٩٨٠ ع ۾ ٺٽو، مڪلي، بلڙي، جهوڪ ۽ ڪينجهر گهمڻ وياسون. حامي صاحب مرحوم بہ ساڻ هو. ۽ پنهنجي خوش طبعيءَ وارن گفتن سان سڄيءَ سنگت کي کلائيندو، ڪچهرين کي باغ و بهار بڻائيندو ٿي هليو. شاهہ عنايت شهيد جهوڪ واري جي روضي ۾ پهتاسون تہ اُتي جي مجاور سندس شخصيت ۽ ڪچهريءَ کان متاثر ٿي کيس چيو: "سائين، ڪٿي ويٺا آهيو." حامي صاحب کيس ڏاڍي معصوميت سان جواب ڏنو: " ابا، مان تہ بيٺو آهيان؛ ويٺو تہ نہ آهيان؟" اهو ٻڌي مجاور ويچارو چوڻ لڳو" سائين مون بس ڪئي "منهنجي ڀيٽي ڪانهي" سندس خوش خلقي، خوش طبعي، پيار ۽ محبت جون اهڙيون سوين ڳالهيون سندس ساٿين، يارن ۽ شاگردن کي ياد آهن.

ڊاڪٽر عطا محمد حامي مرحوم ڪيترين ئي خوبين جو مالڪ هو. هو نہ فقط بلند پايہ اديب ۽ شاعر هو. پر عظيم انسان بہ هو. خوش طبع هو. خوش خلق هو. خوش اخلاق هو. ۽ انسان دوست هو. سندس دل ۾ انسانيت جو درد هو. دوستن لاءِ محبت ۽ پيار هو. ۽ شاگردن لاءِ شفقت هئي. هو پنهنجن توڙي پراون تي هڪ جهڙو مهربان هو. ڪنهن کي پيڙا ۾ پسي نہ سگهندو هو. ۽ پنهجي هڙان توڙي وڙان ان جي سهنج ۽ سلامتيءَ لاءِوسان ڪين گهٽائيندو هو.

دوستن ۽ شاگردن جا ڪم ڪاريون. مشڪلاتون ۽ مونجهارا. اهڪ ۽ اهنج پنهنجا ڪري سمجهندو هو. ۽ انهن جي پورائيءَ لاءِ سندرو ٻڌي بيهي رهندو هو. پنهنجي ڳوٺ، خيرپور رياست ۽ سموري سنڌ سان ڪيس بيحد محبت هئي.

## سوانح عمري:

ڊاڪٽر عطا محمد حامي مرحوم جي والد بزرگوار جو والد "قائم خان" هو. ۽ ذات جو "سوهو" هو. سندن وڏا خيرپور رياست جي والي مير سهراب خان جا حامي ۽ مقرب هئا. انهيءَ ڪري هن ذات وارن کي خيرپور ۾ وڏي عزت ۽ اثر و رسوخ حاصل هو. اڄ تائين "سوهو" ذات جي ماڻهن جون خيرپور ۾ زميندار يون آهن، ڳوٺ آهن. ۽ کين اثر رسوخ ۽ عزت حاصل آهي. خيرپور ضلعي کان سواءِ "سوهو" ذات جا ماڻهو لاڙڪاڻو، ٺٽو ضلعن ۽ ٻين ڪن هنڌن تي ملن ٿا. هن ذات وارن ماڻهن جي مادري زبان سرائڪي علائقي (بهاولپور، ڊيره غازي خان، ملتان) مان لڏي، سنڌ ۾ اچي متوطن ٿيا.

حامي مرحوم پهرين جنوري١٩١٩ع تي پنهنجي اباڻي ڳوٺ "سوهو قناصره" تعلقي ڪوٽ ڏيجي ضلع خيرپور ۾ تولد ٿيو. پرائمري سنڌي تعليم حاصل ڪري، خيرپور جي مشهور اسڪول"ناز هاءِ اسڪول"۾ داخل ٿيو. ننڍي هوندي کان ئي کيس شاعريءَ جو شوق هو ۽ طبع موزون هئي. نہ فقط شعر جهونگاريندو هو ، پر پاڻ بہ سنڌي توڙي سرائڪيءَ ۾، ڪافيون ، مولود ۽ منقبت جوڙيندو هو. اها سندس ٻاراڻي وهي هئي. انهيءَ ڪري سندس ان ننڍپڻ جي شعر ۾ لازمي آهي، تہ اها پختگي ۽ موزونيت تہ نہ هوندي، پر رواني ۽ بي ساختگي ضرور هئي. انهيءَ زماني ۾ سندس ملاقات ان دور جي بلند پايہ شاعرسيد غلام علي مخمور سان ٿي، جنهن کان باقاعده علم و عروض ۽ شعر جوڙڻ جي قواعدو ضوابط جي تعليم حاصل ڪيائين. ساڻس گڏ سندس هم ڪلاسي سنڌي زبان جا بلند پايہ شاعر محترم مظفر حسين " جوش" ۽ محترم

سيد غلام مصطفيٰ شاهه ۽ مظهر سيوهاڻي ٻه عروضي شعر جي فن جي تعليم پرائيندا هئا.

هي اهو دور هو. جڏهن لاڙڪاڻو علم ادب خاص طرح سان عروضي شاعريءَ جو مرڪز ۽ تربيت گاهه هو.فقير علي محمد قادري، حاجي محمود خادم ، نواز علي نياز، عبدالفتاح عبد ۽ ٻيا لاڙڪاڻي ۾ علم ادب جون محفلون، مشاعرا ۽ ڪانفرنسون منعقد ڪندا ٿي رهيا.نه فقط ايترو پر حاجي محمود خادم مرحوم لاڙڪاڻي مان مشهور ادبي رسالو ماهوار "اديب سنڌ" ڪڍي رهيو هو. هن رسالي ۾ ادبي، علمي، معلوماتي ۽ تنقيدي مضمون شايع ٿيندا هئا. سڄي سنڌ جي شاعرن جو شعر شايع ٿيندو هو. ۽ مشاعرن جون ڪاروايون ۽ انهن ۾ پڙهيل شعر جو انتخاب ڏنو ويندو هو. ان ڪان سواءِ مقرر ڪيل طرح تي سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ مان شاعرن کان شعر لکرائي شايع ڪيو ويندو هو. شاعرن جي شعر جي فني سکيا جي مدنظر شاعر جو نالو ڪٽڻ ڪان سواءِ فقط نمبر ڏيئي، فني تنقيد به ڪئي ويندي هئي. انهيءَ ڪري "اديب سنڌ". سنڌ جي شاعرن جو مشهور ۽ مقبول رسالو هو. هن رسالي، شاعرن ۾ شعر چوڻ جو شوق ۽ ذوق پيدا ڪيو. شعر جي فني سکيا جو ڪم ڏنو. ۽ نون شاعرن لاءِ استاد ۽ رهبر جو ڪم ڏنو. انهيءَ ڪري ڪيترائي شاعر پيدا ٿيا. جيڪي اڳتي هلي سنڌي زبان جا بلند پايه شاعر ٿيا. ۽ سنڌي شعر و ادب جي وڏي خدمت ڪيائون.

اسان جو حامي مرحوم ان وقت "عطا" تخلص ڪندو هو. پنهنجي استاد مخمور مرحوم جي صلاح سان پنهنجو شعر "اديب سنڌ"۾ ڇپجڻ لاءِ موڪلڻ شروع ڪيائين. اهڙيءَ طرح "اديب سنڌ" جي روح روان ۽ سنڌي عروضي شاعر جي سچي خادم حاجي محمود "خادم" مرحوم سان سندس واقفيت پيدا ٿي، جنهن ڪيس شعر ۾ فني پختگي پيدا ڪرڻ لاءِ مفيد مشورا ڏنا. انهيءَ ڪري سندس شعر ۾ وڏيڪ رنگيني، معنوي گهرائي، رواني ۽ پختگي پيدا ٿي. اديب

سنڌ ۾ شايع ٿيل هڪ شعر ۾ مخمور جي مهربانين ۽ خادم مرحوم جي ڀلاين جو ذڪر هن طرح ڪيو اٿس.

مخمور جو غلام هان، مظهر سندو رفيق،
خادم سندا بہ ٿورا وساري نہ سگهان.

"اديب سنڌ" ۾ سندس جيڪو شعر وقت بوقت شايع ٿيندو رهيو. ان مان شعر نموني طور هيٺ ڏجي ٿو:

نانگ زلفن جا ڏنگن ٿا هر طرح
پڙهہ تون جو ڳي منڊ ڦيٽا هر طرح
باغبان اڏري نہ ويندي باغ مان
تو وٺي بلبل ڪي بستان هر طرح

(آگسٽ ١٩٤١ع)

ناز هاءِ اسڪول خيرپور مان مئٽرڪ پاس ڪري پي.ڊبليو.ڊي کاتي ۾ نوڪري ۾ گهريو. ۽ پڪا چانگ تعلقي فيض گنج ۾ ڪلارڪ مقرر ٿيو. انهن ڏينهن ۾ ڪلارڪ جي پگهار ٽيهہ رپيہ هئي. جيئن تہ ڳوٺ ڪان پري هو. ۽ پگهار بہ ٿوري هيس. انهيءَ ڪري جلدئي تنگ ٿي پيو. انهيءَ حقيقت ۽ دل جي ڪيفيت کي هيٺين شعر ۾ موزون ڪري، پنهنجي دل گهرين دوستن: رشيد احمد لاشاري، حافظ محمد اسلم مهيسر ۽ حاجي محمد حداد کي اهو شعر لکي موڪليائين:

ويهہ ڪاوان، ڏهہ ڪرايو. ۽ لٽا الله تي.
ٽيهہ روپيہ در مهينو لٽ آ منهنجي ساهہ تي.

آخر پنهنجي هڪ رفيق سيد امير علي شاهہ رضوي خيرپوري جي مشوري

سان ڪلارڪيءَ تان استعفا ڏيئي، ايس. ايم ڪاليج ڪراچي ۾ بي. اي ۾ داخلا ورتائين. هتي امير علي شاهه جامي معصومي سان سندس دوستي ٿي، ۽ ان جي معرفت مشهور قومي شاعر غلام احمد نظامي مرحوم سان سندس ملاقات ٿي. نظامي مرحوم جي اخلاق، شاعرانه عظمت ، خلوص ۽ محبت واري جذبي کان بي حد متاثر ٿيو. کيس پنهنجو استاد ڪري ورتائين. سندس مشوري سان پنهنجو تخلص بدلائي "حامي" تخلص اختيار ڪيائين.

انٽر پاس ڪرڻ کان پوءِ ڳوٺ آيو، ته رشيد لاشاري مرحوم جي معرفت سندس ملاقت مشهور تعليمي ماهر، اديب ۽ شاعر آغا تاج محمد مرحوم سان ٿي. جيڪو ان وقت خيرپور رياست ۾ ڊي.بي. آءِ هو. آغا صاحب مرحوم سندس لياقت کان متاثر ٿي. کيس هڪدم سيڪنڊري اسڪول لقمان ۾ انگريزي ماستر مقرر ڪيو. ڪجهه وقت کان پوءِ کيس ٽريننگ ڪاليج خيرپور جو وائيس پرنسپال مقرر ڪيائين. انهن ڏينهن ۾ رشيد احمد لاشاري مرحوم ٽريننگ اسڪول خيرپور جي زير انتظام پريڪٽسنگ اسڪول ۾ ماستر هو. حامي مرحوم ۽ رشيد لاشاري مرحوم گڏجي ادبي مجلس"بزم ناز" جو پايو وڌو. هي ١٩٤٨ع جو سال هو. "بزم ناز" جو سيڪريٽري رشيد لاشاري مرحوم مقرر ڪيو ويو. "بزم ناز " جي سهاري هيٺ خانصاحب آغا تاج محمد، حاجي الهڏنه خان بلوچ، سيد پناهه علي شاهه موسوي، غلام اصغر وندير ۽ مفتي سيد عنايت علي شاهه نقوي جي تعاون سان ناز هاءِ اسڪول ۽ ٽريننگ ڪاليج خيرپور ۾ زبردست مشاعرا ٿيا. انهن مشاعرن جو انتخاب لاڙڪاڻي جي هفته وار ادبي اخبار "الحقيقت" (١) ۾ شايع ٿيندو هو.

جلدئي رشيد لاشاري مرحوم خيرپور کي خيرآباد چئي. ڪراچي هليو ويو. انهيءَ ڪري خيرپور جي ادبي محفلن ۽ مشاعرن ۾ سندس ڪمي محسوس ڪئي ويئي. ان هوندي به حامي مرحوم محفلون مچائيندو رهيو. ۽ مشاعرا منعقد

ڪرائيندو رهيو.

ادبي محفلن ۽ ملازمت سان گڏ حامي مرحوم پنهنجي تعليم کي بہ جاري رکيو. ۽ بي.اي پاس ڪيائين. هڪ استاد لاءِ بي.ٽي ضروري هوندي آهي. انهيءَ ڪري بي.ٽي ڪرڻ لاءِ سنڌ يونيورسٽي موڪليو ويو. جتان ڪاميابيءَ سان بي. ٽي جو امتحان پاس ڪيائين. ان کان پوءِ جلد ئي سنڌ يونيورسٽيءَ مان سنڌي علم ادب ۾ ايم. اي فرسٽ ڪلاس ۾ پاس ڪيائين.

اتهن ڏينهن ۾ مخدوم محمد زمان طالب المولىٰ جي زير نگراني هالا ۾ سروري اسلاميہ ڪاليج هلي رهيو هو. جنهن جو ان وقت پرنسپال مشهور اديب محبوب علي چنہ هو. حامي صاحب مرحوم. ايم. اي پاس ڪرڻ کان پوءِ هن ڪاليج ۾ سنڌي جو پروفيسر مقرر ٿيو. جتي کيس محبوب علي چنہ مرحوم جي رفاقت ۽ دوستي. ۽ حضرت طالب المولىٰ سائين جي صحبت جو شرف بہ حاصل ٿيو.

ڪجهہ وقت کان پوءِ خيرپور رياست جي سياست ۾ اهم تبديلي آئي ۽ رياست جي آزاد اسيمبلي جو قيام عمل ۾ آيو. حامي مرحوم بہ رياست جي سياست ۾ حصو ورتو. اليڪشن کٽي اتي جو ايم. اين. اي مقرر ٿيو. ون يونٽ قائم ٿيڻ وقت جيئن تہ صوبائي اسيمبليون ختم ٿي رهيون هيون. انهيءَ ڪري ون يونٽ قائم ٿيڻ کان ٿورو اڳ اسيمبلي تان استعفا ڏيئي. ممتاز ڪاليج خيرپور جو پروفيسر ٿي رهيو. ملازمت جو تمام وڏو عرصو گورنمينٽ ممتاز ڪاليج خيرپور ۾ سنڌي جو پروفيسر ٿي رهيو. ۽ ان سان گڏ ڪرنل شاهہ هاسٽل جو سپرنٽينڊنٽ بہ ٿي رهيو. سندس صحبت سبب سندس ڪيترن ئي شاگردن ۾ ادبي ذوق ۽ شاعرانہ شوق پيدا ٿيو. جن مان ڪيترائي اڳتي هلي بلند پايہ شاعر ۽ اديب ٿيا. جهڙوڪ: ڊاڪٽر نواز علي شوق. پروفيسر محسن علي شاد. محمد علي حداد وغيره.

۱۹۷۸ع ۾ سنڌي ادبي بورڊ جي نئين گورننگ باڊي ٺاهي ويئي. ان ۾ راقم الحروف ۽ حامي صاحب به ميمبر مقرر ٿيا. سنڌي ادبي بورڊ جي ميٽنگن جو هڪ فائدو اهو به هو. ته حامي صاحب سان روح رهاڻ ٿيندي هئي. سندس خوش خلقي. محبت .خلوص ۽ علمي ادبي گفتن سبب دل باغ و بهار ٿي ويندي هئي. هر سال اسلام آباد ۾ اهل قلم ڪانفرنس تي به گڏ هوندا هئاسون. هڪ ڀيري مرزا اسد بيگ مرحوم. راقم الحروف ۽ حامي صاحب هڪ ڪمري ۾ رهياسون. اهي ڪچهريون وسرڻ جون نه آهن. حضرت قلندر شهباز جي ميلي جي ادبي ڪانفرنس ۾ به گڏ هوندا هئاسين.

جڏهن آءٌ اسلاميه ڪاليج سکر ۾ هوس. ته سال ۾ ٻه ٽي ڀيرا مشاعرا، ادبي ڪانفرنسون ۽ شاهه لطيف ڪانفرنس منعقد ڪندا رهندا هئاسون. انهن ڏينهن ۾ ڊاڪٽر نواز علي شوق صاحب به مون سان هم ڪار هو. حامي صاحب مرحوم اسان جي هر تقريب ۾ شريڪ ٿيندو هو. ان کان سواءِ رشيد لاشاري مرحوم. غالب سنڌ فيض بخشاپوري. عبدالله اثر مرحوم ۽ ٻيا شاعر ۽ اديب به مشاعرن ۽ ادبي ڪانفرنسن ۾ شريڪ ٿيندا هئا. مشاعرن ۾ حامي صاحب جي داد ڏيڻ جو انداز نرالو هوندو هو. جنهن شاعر جي ڪلام ۾ ڪٿي فني ڪمي ڪوتاهي هوندي هئي. ته ان تي عجيب انداز ۾ زور دار نموني داد ڏيندو هو. ان موقعي تي سندس "واهه واهه" ڪرڻ جو نمونو اهڙو هوندو هو. جو سڀ سمجهي ويندا هئا. ته شعر ۾ فني نقص آهي. هڪ ڀيري هڪ شاعر چيو:

"رباعيون پيش ڪريان ٿو". ان تي حامي صاحب کيس چوڻ لڳو: "سائين. واهه جو قطعا ٻڌايا اٿو: هاڻي رباعيون ٻڌايو جنهن جو واعدو ڪيو اٿو." يعني حامي صاحب جي ٻڌائڻ جو مطلب اهو هو. ته اهي رباعيون نه ;پر قطعا آهن: ڇاڪاڻ جو رباعيءَ جو وزن مخصوص هوندو آهي. ڪو به ڇئن سٽن وارو شعر رباعي ٿي نه ٿو سگهي.

حضرت قلندر شهباز جي ميلي جي موقعي تي منعقد ٿيندڙ ڪانفرنس ۾ حامي صاحب مرحوم، مولانا رحيم بخش قمر صاحب سان خوش طبعي ڪري، محفل ۾ رنگيني ۽ شگفتگي پيدا ڪندو هو. قمر صاحب ۾ سهپ جو وڏو مادو آهي. حامي صاحب ڪي ان ڳالهہ جو اندازو هو: انهيءَ ڪري ئي سائنس چرچا ڪندو هو. ڪڏهن ڪڏهن تہ اهڙا گفتا بہ چئي ويندو هو. جو جيڪي ٻي سان ڪري ها. تہ تپي باهہ ٿي وڃي ها. پر قمر صاحب سڀ ڪجهہ برداشت ڪري، خاموشيءَ سان مرڪندو رهندو هو. اهو انهيءَ ڪري بہ هو. جو سندس دل ۾ حامي صاحب جو وڏو احترام هو. اسان جي ڪاليج جي مشاعرن ۾ وري سندس توجهہ جو مرڪز فيض بخشاپوري هوندو هو. هو سخت ڪاوڙ جي ويندو هو. ۽ حامي صاحب ان مان لطف حاصل ڪندو هو. آءٌ فيض صاحب ڪي پرچائڻ ۾ لڳي ويندو هوس. جيئن تہ حافظ خيرمحمد اوحدي مرحوم وري نهايت سنجيده طبيعت جو ماڻهو هو. ان وٽ بہ حامي صاحب ضرور ويندو هو؛ پر ان سان سنجيده علمي ۽ ادبي بحث ڪندو هو.١٩٨٢ع ۾ آءٌ گورنمينٽ شاهہ لطيف ڪاليج شڪارپور ۾ پرنسپل هوس. انهيءَ سال اسان شڪارپور جي انتظاميہ جي تعاون سان شڪارپور بابت سيمينار منعقد ڪيو. حامي صاحب مرحوم بہ شريڪ ٿيو، ۽ مقالو پڙهيائين. ان کان ٿورڙئي پوءِ بيمار ٿي پيو. اهو مقالو بہ ڪراچي جي اسپتال مان موڪليائين. ٢ جون ١٩٨٢ع تي هي فاني جهان ڇڏي دارالبقا ڏانهن راهي ٿيو. الله تعاليٰ جون مٿس رحمتون هجن.

## تصنيف ۽ تاليف:

حامي صاحب مرحوم شاعر ۽ تعليمي ماهر هجڻ سان گڏ. محقق نقاد ۽ مورخ بہ هو. هو ڪيترن ئي علمي، ادبي ۽ ثقافتي ادارن جو ميمبر هو. هو قومي نصاب ڪاميٽيءَ جو ڪيترا سال ميمبر ٿي رهيو. جنهن موجوده سنڌي درسي ڪتابن لکڻ لاءِ نصاب تيار ڪيو. ۽ ڪتابن تيار ٿيڻ کان پوءِ ان تي نظر ثاني

ڪئي. راقم الحروف بہ سائنس گڏ ميمبر جي حيثيت ۾ ڪم ڪيو. حامي صاحب مرحوم نہ فقط سهڻيون صلاحون ڏيندو هو، پر جڏهن ذهني ڪم ڪري ٿڪجي پوندا هئاسون. تہ پنهنجي زنده دليءَ سان محفل ڪي باغ وبهار بنائي. اسان ۾ ڪم ڪرڻ جو نئون جذبو پيدا ڪندو هو.

ان ڪان سواءِ هن ناچيز سان گڏ سنڌي ادبي بورڊ جو ميمبر بہ ٿي رهيو. محترم مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي صاحب بورڊ جو چيئرمين هوندو هو. حامي صاحب مرحوم سندس بيحد احترام ڪندو هو، پر حق ۽ سچ چوڻ ۾ ڪنهن جو لحاظ نہ رکندو هو. هو علمي ڪمن ۾ مفيد مشورو ڏيندو هو، ۽ علمي ۽ ادبي راءِ ڏيڻ وقت ڏاڍو بيباڪ هوندو هو. علمي ۽ ادبي ڪمن ۾ ترِ جيتري رعايت بہ نہ ڪندو هو. اها بہ حقيقت آهي تہ سندس راءِ وزندار هوندي هئي، ۽ غيرجانبدارانہ هوندي هئي، ۽ علمي ۽ فني دليلن ۽ مثالن تي ٻڌل هوندي هئي. اسان ١٩٧٧ع ڪان ١٩٨٠ع تائين بورڊ جا ميمبر ٿي رهياسون. انهيءَ زماني ۾ بورڊ، حامي صاحب مرحوم ڪان خيرپور رياست جي والي مير علي نواز نازَ جو ڪلام مرتب ڪرايو، ۽ حضرت داتا گنج بخش جو تصوف تي لکيل ڪتاب ڪشف المحجوب جو ترجمو ڪرايو، اهي ٻئي ڪتاب بورڊ طرفان ڇپجي چڪا آهن. انهن ڪان سواءِ ڪن ٻين ڪتابڇن جي تاليف، ترتيب ۽ تصنيف بہ حامي صاحب مرحوم جي هٿ ۾ هئي، پر افسوس جو اهي ڪتاب پايہ تڪميل تي پهچي نہ سگهيا.

حامي صاحب جي پي. ايچ . ڊي جي ڊگري لاءِ لکيل مقالو بہ وڏو تحقيقي ڪارنامو آهي، جنهن ۾ خيرپور رياست جي ادب، تاريخ ۽ ثقافت ڪي نهايت وضاحت سان ۽ محققانہ انداز ۾ پيش ڪيو اٿس. سچل سرمست تي بہ حامي صاحب مرحوم گهڻو ڪجهہ لکيو. سندس سوانح، سندس دور جي تاريخي پس منظر ۽ ادبي صورتحال، سندس شاعرانہ خصوصيتن، ۽ فني ۽ فڪري

گهرائين تي گهڻو ڪجهه لکيائين. ان کان سواءِ حضرت سچل سرمست جي فارسي مثنوين جو منظوم سنڌي ترجمو به ڪيائين؛ جيڪي سنڌس مرتب ڪيل ڪتاب"سچل سرمست" ۾ ذنل آهن. اهو ڪتاب ١٩٦٤ع ۾ پاڪستان پبليڪيشنس ڪراچي طرفان شايع ٿيو. ان جي مفصل مقدمي ۾ حامي صاحب سچل سرمست جي سوانح، سندس خاندان، همعصر شاعرن ۽ ان دور جي تاريخي، ادبي ۽ ثقافتي پس منظر جو نهايت تفصيل سان ۽ تحقيقي انداز ۾ ذڪر ڪيو آهي. حامي صاحب جي مقدمي ۾ مثنوين کان سواءِ ان ڪتاب ۾ سچل سائينءَ بابت ٻين اديبن جا مقالا به ذنل آهن. جيڪي ان کان اڳ ۾ ماهنامه نئين زندگيءَ ۾ ڇپيا هئا. ١٩٨٣ع ۾ حامي صاحب جي لائق شاگرد محترم ڊاڪٽر نواز علي شوق. "نينهن جا نعرا" جي نالي سان ڪتاب مرتب ڪري ڇپايو آهي. جنهن ۾ حامي صاحب وارو مذڪور مقدمو ۽ ترجمو ڪيل مثنويون ڏنيون اٿس. اڳين ڪتاب ۾ هيٺيون مثنويون شامل هيون:

"ساقي نامو، تارنامو، رازنامو، گدازنامو ۽ عشق نامو."

محترم شوق صاحب جي ڪتاب ۾ سچل سائينءَ جي وڌيڪ ٻن مثنوين ( درد نامو ۽ رهبر نامو ) جا منظوم ترجما شامل آهن. ۽ حامي صاحب جي لکيل مثنوين جو تعارف به ڏنو اٿس.

حامي صاحب مرحوم ڪيترائي علمي، ادبي، تحقيقي ۽ تنقيدي مضمون ۽ مقالا به لکيا، جيڪي مختلف رسالن جهڙوڪ: نئين زندگي. مهراڻ وغيره ۾ شايع ٿيل آهن . انهن مان گهڻي قدر خيرپور رياست جي علم ادب، تاريخ، ثقافت ۽ شخصيت متعلق آهن. حامي صاحب مرحوم جي پياري شاگرد محترم قاضي مقصود گل انهن مضمونن مان ڪجهه تحقيقي مضمون "وکريل موتي" جي نالي سان ڪتابي صورت ۾ ١٩٨٣ع ۾ ڇپايا آهن.

حامي صاحب مرحوم زندگي گذارڻ جي معاملي ۾ غير سنجيده ته هوندو هو. نه بي ترتيبي سان به هلندو هو. پر تحقيقي ڪمن ۾ ڏاڍو سنجيده ۽ اورچ ٿي ويندو هو. ڪو به تحقيقي ڪم هٿ ۾ ڪندو هو. نه وڏي ڇنڊ ڇاڻ ۽ کوجنا ڪندو هو. ڪوشش وٺي اصلي ماخذ هٿ ڪندو هو. ۽ انهن جو به تحقيقي ۽ تنقيدي جائزو وٺي انهن مان حوالا وٺندو هو. ماخذن هٿ ڪرڻ ۾ وڏا واجهه وجهندو هو. ڊڪ ڊوڙ ڪندو هو. ڪا به ڳالهه ايستائين قبول نه ڪندو هو. جيستائين ان کي درايت جي ڪسوٽيءَ تي نه پرکيندو هو. تحقيقي مضمونن کان سواءِ ڪجهه تنقيدي مضمون به لکيائين. ۽ نهايت بي ريا ٿي تنقيد ڪيائين مطلب ته حامي صاحب مرحوم کي سنڌي ادب ۾ وڏي اهميت حاصل آهي.

## شاعري:

حامي مرحوم بنيادي طرح شاعر هو. ۽ سنڌي عروضي شاعريءَ جو هڪ باڪمال شاعر هو. کيس عروضي فن تي مڪمل دسترس حاصل هئي. اهوئي سبب آهي. جو سندس شعر ۾ فني پختگي آهي. قواعد و ضوابط جي پابندي آهي. روايت کان بغاوت نه آهي. ۽ فڪري گهرائي آهي. هن روايت کي هٿان ته نه ڇڏيو آهي. پر جدت ۽ انفراديت به پيدا ڪئي آهي. جمال جو جلوو ۽ محبت جا مضامين سندس شاعريءَ جا مرڪز ۽ محور آهن. ان سان گڏ هن معاشي ۽ معاشرتي حالتن جي عڪاسي ڪئي آهي. پنهنجي تهذيب ۽ تمدن جي ترجماني ڪئي آهي. وطن سان محبت جو اظهار ڪيو آهي. انساني مزاجي ۽ فطرت جا حقيقت پسندانه نوع ۾ مختلف رنگ ۽ روپ پيش ڪيا آهن. انسان ذات سان محبت جو اظهار ڪيو آهي. وقت ۽ حالتن جي ڳالهه ڪئي آهي. دردمندانه دل جون امنگ ۽ ارمان. اميدون ۽ آسرا. آهون ۽ دانهون پيش ڪيون آهن . مطلب ته سندس شاعريءَ ۾ روايت ۽ انفراديت. داخليت ۽ خارجيت جو حسين ۽ بامقصد امتزاج ملي ٿو. رواني ۽ بي ساختگي. فڪر جي گهرائي. خلوص

۽ سچائي حقيقت پسندي ۽ انسان دوستي. رواني ۽ بي ساختگي سندس شاعريءَ جون نمايان خصوصيتون آهن. اهوئي سبب آهي جو شعر براه راست دل تي اثر ڪري ٿو. ۽ پڙهندڙ ۽ ٻڌندڙ تي وجداني ڪيفيت طاري ڪري ٿو ڇڏي.

حامي صاحب حقيقت پسند شاعر آهي. هو غم عشق جا افسانا به ٻڌائي ٿو. پر انهيءَ قصيده جي تشبيب پوري ٿيڻ کان اڳ ۾ ئي غمِ دوران ڏانهن گريز ڪري ٿو. ۽ مجاز جي مرحلن تان گذرندي به پنهنجي نظر حقيقت تان نه ٿو هٽائي. هو شاعريءَ کان پيغام جو ڪم وٺي ٿو. ۽ انسانن کي اهڙي زندگي بسر ڪرڻ جي تلقين ڪري ٿو. جنهن جو بنياد خلوص ۽ محبت تي رکيل هجي.

حقيقت اها آهي، ته حامي اصل ۾ نالو هو محبت ۽ همدردي جو ايثار ۽ ايقان جو. زندگي ۽ زنده دليءَ جو. تواضع ۽ انڪساري جو. فهم و فراست ۽ فضل ۽ ڪمال جو. ۽ اهي ئي انساني اوصاف آهن ، جيڪي حاميءَ جي شاعريءَ مان پوري آب وتاب سان جهلڪي رهيا آهن.يعني سندس شاعريءَ مان..... شخصيت سان هم آهنگ آهي. روح جي پڪار آهي. مذاح جي آئينه دار آهي. حامي سنڌ جو چاتل سڃاتل اديب ۽ مقبول ۽ هر دلعزيز شاعر هو. هن جي نثري مضامين وانگر هن جو منظوم ڪلام به علمي ۽ ادبي حلقن کان بار بار خراج تحسين حاصل ڪندو رهيو آهي . حاميءَ جو ڪلام .جو گهٽو ڪري شعر جي هر صنف تي مشتمل آهي. فڪري پختگيءَ جي لحاظ کان به معياري آهي ۽ فني پختگيءَ جي لحاظ کان به. مگر ان جي باوجود منجهس ايتري بي ساختگي ۽ سلاست آهي. جو هر بيت سهل ممتنع معلوم ٿو ٿئي. سندس شعر جو انتخاب هت ڏجي ٿو.

## غزل

واجھن چشم بصيرت تي وئي — منڪشف ساري حقيقت تي وئي.
جا گهڙي توسان صحبت تي وئي — سا گهڙي وقف عبادت تي وئي.
ٻنجي ويو ڪن مان ڪتاب ڪائنات — حرف مان ڪيڏي حڪايت تي ويئي.
همدم تنهنجوئي نالو تو ونان — گفتگو منهنجي عبادت تي وئي.
جو ڪڏهن ۽ ڪيئن، پتو ناهي، مگر — ايترو ڄاڻان تو الفت تي وئي.
دولت ڪونين ان لئي ڪجھ نہ آ — جنهن متان تنهنجي عنايت تي وئي.
زندگي تنهنجي محبت جي طفيل — هئي فسانو، پر حقيقت تي وئي.
گردش دوران جي اهڙي حال ۾ — جا بہ گذري سا غنيمت تي وئي.
ويو ڇڏي سيڪو تہ هو "حامي" تيو — بيڪسي منهنجي ڪرامت تي وئي

## (٢)

منهنجي قسمت ڏار هن جي ڏار آهہ — مان بٽيس مجبور هو مختار آهہ.
سڪ ۾ توڙي ڏک ۾ آهي ڏورٿو — زندگاني جو ڪلهن تي بار آهہ.
آهي سو دنيا جي غم کان بي نياز — جنهن ڏي آيو عشق جو آزار آهہ.
هو رنو جنهن کان اهو هر جا مُنو — جنهن جو هو ٿيو تنهن جو ٻيڙو پار آهہ.
نقد دل هوندي نہ تي الفت ملي — بند ٿي هن جنس جي بازار آهہ.
منهنجي مارڻ ۽ جيارڻ واسطي — ان جو هڪ انڪار ٻيو اقرار آهہ.
وصل ان جو جنت الفردوس ٿيو — هجر دلبر جو عذاب النار آهہ.
ٻنجي ويو گلچين پنهنجو باغبان — تنهنڪري پامال ٿيو گلزار آهہ.
اشرف المخلوق جي حالت ڏسي — پاءُ پنهنجي پاءُ کان بيزار آهہ.
عدل سان پيٽي نہ آهي، فضل ڪر — عيب کان آجو نہ ڪوئي وار آهہ.
چشم حاسد لاءِ حامي خار ٿيو — خير خواهن جي گلي جو هار آهہ.

(٣)

عشق جون ڳالهيون ڪيون، يا عقل جون ڳالهيون ڪيون
اصل جون ڳالهوين ڪيو ن. يا نقل جون ڳالهيون ڪيون
چو حقيقت کي ڇڏي آٿيون مجازي تي يقين
فرض جو سجدو ڇڏي ، ڇو نفل جون ڳالهيون ڪيون
قافلي وارا وڏي ويا منزلن جون منزلون
پاڻ وينا ڪاهلي ۽ ڪسل جون ڳالهيون ڪيون
ڪاش اڄ ڪوئي نہ ٿو اهل چمن مان چئي سگهي
باغ ۾ گلچين جي بيجادخل جون ڳالهيون ڪيون
حال جو حصو نہ ٿا حاصل ڪيون هر حال ۾
پوءِ کھڙيون پنهنجي ماضي قبل جون ڳالهيون ڪيون
فضل مولیٰ جي. پشيماني ڏسي پنهنجو ڪيو
حشر ۾ زاهد اجايو عدل جون ڳالهيون ڪيون
اي محبت. اي دل انسانيت! تنهنجي طفيل
تنهنجي "حامي" موقعي ۽ مهل جون ڳالهوين ڪيون

(۴)

١. جڙي ڪيئن جوڙ جانب سان جڏهن حالت نياري آ،
هتي ڪل اختيار آهي، هتي بي اختياري آ،
٢. هتي هڪ خاڪسار آهي، هتي سرڪار باري آ،
هتي ٻانهپ جي ٻولي آ. هتي فرمان جاري آ.
٣. هتي آ حسن جي محفل، هتي مجلس محبت جي،
هتي پرواه ڪانهي ڪا ، هتي هر وقت زاري آ.
۴. هتي سامان سورن جو، هتي اسباب راحت جو،
هتي ماتم متل آهي، هتي هردم بهاري آ.
۵. هتي ناز و غرور و بي نيازي جو مقام آهي.
هتي هر حال ۾ اجز و نياز و انڪساري آ.
٦. هتي سار ۽ سنڀال آهي، هتي دائم ذڪار آهي،
هتي پلپل پچار آهي، هتي غفلت جي گهاري آ.

# استاد حامي مرحوم ...

علي احمد بروهي

نيٺ استاد حامي بہ اسانکي ڇڏي هليو ويو. وجي اصلوکي ماڳ جا وڻ وسايائين. هر ماڻهو تکڙ ۾ ٿي ڏٺو. پاڻئن تہ آتو وينو هيو. جيئن کو ٽيشن تي ٽپڙ رکي گاڏيءَ جي اوسيئڙي ۾ هجي. ويو بہ اڪيلو ۽ اچتو. وات ٽڪائي بہ ڪانہ ڪيائين. تہ ڪا هلندي جيڏيون؟ خير، جي وڃان ڪن سي رهي رهندم ڪيترو؟ هونئن بہ هتي رکيو ڇا هيو. صبح منجهند ۽ سانجهي. وري سورن ڀري جبل جيڏي رات! زندگي تہ نہ هئي کو ٽمجهڻ آهي. ٻارهوئي پنڊڻ. وري کو هڪ اڌ سورهجي تڏهن بہ ڇگو. هتي تہ ڇڻ گداڙي ويامل هئي. اجا بہ شڪر، جو هر روح پنيان کو نہ کو روڳ لڳل هوي. جنهن رج جي لقاءَ ڪي هرکو ڇرين جيان ڊورڙندو ٿي رهيو. کو دنيا جو پوڄاري هيو. کو ڪنهن ديويءَ جو ديوانہ هيو. کو ڪرسيءَ جو پروانو هيو. هر هڪ پنهنجي روح جي ورونهہ تي ڳولي يا ڪو راءَ تي ريجهايو. پوءِ ڪنهن ڦيريون پائي. مرليون وڄائي يا نرڙ نوائي!

استاد حامي اهڙين مڙني مشغولين جي جهنجهٽ کان آجو هيو. وتائي فقير جيان هو نہ هيو ڪنهن جي تيريءَ ۾ نہ ميريءَ ۾. جنهي ڪنهن جي آتڻ يا آکاڙي ۾ ڪا گهري دلچسپي ڪانہ هئي. هو ڪڏهن ڪڏهن پري اکن ٻيهي جڳ جو تماشو ڏسندو ٿي رهيو. اهو بہ فقط رونشي خاطر. جيئن کو ٻهراڙيءَ جو ٻار ڊوندي ٻير تي چڙهي ملاکڙو جو مزو وٺندو رهي. پوءِ ڪير ڪٽي تہ ڇا ڪير هارائي تہ ڇا. اجان بہ هارائڻ واري لاءِ ڪجهہ هڏ ڪر ڪندو هيس. الله پاڪ ڪيس ڪل ئي اهڙي ڏني هئي. جهڙي نرمل ۽ ڪومل مکڙي. ڪنهن جو ڏک

سور سهي نہ سگهندو هيو. شاعريءَ کي بہ شايد انکري نڀايو هوائين تہ جيئن سندس دل کي کو ڳتو ملي جنهن وسيلي سندس غم جا غبار دور ٿي سگهن. عاشق مزاج بہ بي انت هيو. سونهن سندس روح جي غذا ۽ جيءُ جو جيايو هئي. آخري ڏينهن ۾ هڪ سٽ ور ور ڪري ٿي ورجايائين. " محبت نہ جين جي من ۾ تن جي مٽي اٿاسي"

موت تہ استاد حاميءَ کي هردم ڪلندي ڏٺو. الله پاڪ ڪيس خلقيو ئي اهڙو خوش خلق هيو. ننڊ ۾ توڙي سجاڳ . معلوم ائين ٿيندو هيو ڄڻ کلي رهيو هيو. اسپتال ۾ بيماري جي بستري تي تہ سندس کل عجيب لڳندي هئي .. خاص طور جڏهن کلندڙ ڪئنسر جو مريض هجي. وري مرض جي ڪيس ڄاڻ بہ هجي. اندر ۾ وڍڪٽ جي پيڙا بہ چوٽ تي هيس. آءٌ تہ کلندو هيس ڪيس ڪلائڻ لاءِ. جڏهن پيٽ جي زخم مٿان هٿ ڌري کلندي، وري سور جي ٽاٽ ايرڻ ڪري ڪنجهندو هيو. تہ آءٌ ڇرڪي ويندو هيس ڪڏهن تہ ائين ڀائيندو هيس تہ ڄڻ موت مونتي کلي رهيو هيو. موت هيو يا ڪا ٻي هستي؟ بنگال جو مشهور شاعر قاضي نذرالاسلام جڏهن ڪوڙه جي مريض کي کلندي ڏسندو هيو تہ چوندو هيو تہ "خدا پاڪ پاڻ کلي رهيو هيو." استاد حاميءَ کي کلندي ڏسي مونکي بہ اهڙو گمان اڪثر گذريو.

سموري زندگي ائين مرڪندي مشڪندي ۽ کلندي گذريس. ائين بہ نہ هيو تہ کو هميشہ حورن جي هنج ۾ رهيو. بلڪل نہ. پليو نپنو ۽ پڙهيوئي ڏکن ڏوجهرن ۾ هيو. گذريل سال بہ مٿس قيامت ٿي گذري. سندس ڪٽنب جا چار ڏيٺا هڪ ٻئي ڪيا اجهامي گل ٿي ويا. انهن ۾ هڪ تہ سندس ڳيرو پٽ هيو جو ڪاليجي شاگرد هيو. اوچتو مٿي ۾ سور پيس. ڇئن ڪلاڪن جي ڇٽ گهٽ ۾ نہ تو ڏٺو نہ مون ڏٺو. خيرپور جي خلق شاهد آهي تہ استاد حاميءَ ڳوڙهو اکين نہ ڳاڙيو. چئي " جنهن مالڪ ڏنو ان سنڀالي واپس ورتو. مهنجو اڌ يا ٿهائي؟ آءٌ

وچ وارو ۽ ٺياڪڻ ڪير جو ارهو ٿيان." هن پيري البت انو تڪو دلگير ٿي ڏنو. پنهنجو غم تہ خير ڪي هيس. ڇيائين تہ نبين جي وصال واري عمر اٿم. ٽيهٺ سال ٻوار ڪري ڇڪو آهيان. وڏيڪ ڏرتيءَ تي ڏرٺو ماري ويهڻ جي آس بہ ڪان اٿم. پر يار امڙ جيئري اٿم. ڪراڙي ٻڌندي تہ مري ويندي. صدمي سهڻ جهڙي آهي ئي ڪانہ گهٽ ۾ گهٽ آءٌ جو سندس دل ڌڪائڻ جو بهانو بڻجان؟" ائين چوندي سندس اکڙين. جي ڪامڻ ڪارڻ سايون ٿي چڪيون هيون. اکين ۾ ڳوڙها تري آيا. پر اکيون ڇنڀيائين نہ. متان ڳوڙها ڇلڪي قطار ڪري، هيٺ نہ وهي ڇڙن.

منهنجي استاد حاميءَ سان ڏيٺ ويٺ اڄ کان اٺاويهہ سال اڳ خيرپور ميرس ۾ ٿي. جتي آءٌ نوڪريءَ سانگي وچي ديرو دمايو هيو. ان دور ۾ منهنجي ڄاڻ سڃاڻ ۽ سنگت ڪجه اهڙن انسانن سان ٿي، جن جي ياد ۽ ساٿ اڄان سوڌو پنهنجي زندگيءَ جو املهہ سرمايو ٿو سمجهان. مرحوم اميد علي شاه. مرزا نور حسين، هادي بخش لاڙڪ. قائم علي شاه، منظور حسين پنهور ۽ استاد عطا محمد حا مي. سموري ڪهول ۾ استاد ۽ آءٌ ٻيئي عمر ۾ لڳ ڀڳ هواسون. استاد ١٩١٩ع ۾ ۽ آءٌ ١٩٢٠ع جي پيدائش هيس. پاڻ ۾ ويها اٺويها هئڻ کان اڳيرو اسان ٻنهي جي ڪا خاص نسبت نہ هئي. اڄان بہ افعالن ۾ هڪ ٻئي جي ابتڙ هواسون. آءٌ ڇليو پرزو ۽ ڇيڙاڪ هئڻ سان گڏ سيني ٻجڙاين جو بولٽر مارڪيٽ هيس. برعڪس انجي، استاد حامي سادو سودو، مانيٽو. حلم. باخلاق ۽ هڪ درويش صفت انسان هيو. جهڙس محبتي ۽ مٺڙو ماڻهو مون مشڪل ڏٺو.

اها سندس مٺاس ئي هئي جنهن جي سبيل هئڻ ڪري استاد ڪيئي مرض پرايا. ڪجهہ سال اڳ ڪيس ذيابطيس وچڙي. پوءِ ڪيس سائي يا يرقان جو عارضو ٿيو. مهينو اڳ سندس نيائي پٽيءَ تي ٽڏڙا ڪيندي ۽ پٽ مارينندي استاد جي ڪک وٽ ڪجهہ ڳوڙهي ڏني. ٻئي ڏينهن استاد اسپتال وچي آموسيل هنڌ

ڊاڪٽر کي ڏيکاريو. ڊاڪٽرن ڪيس وڏيڪ ٽپاس لاءِ جناح اسپتال ڪراچيءَ ڏانهن روانو ڪيو. داخلا جي چوٿين ڏينهن تي سندس آپريشن ڪئي ويئي. ٻن هفتن ڪانپوءِ وري ٻي آپريشن تيار ٿي. ٽئين ڏينهن صبح جو يار ويندا ڏيکاريندا.ٽن هفتن ۾ ٽيهٺ ورهين جو اپريل ۽ اسريل وڻ ڪاٽا. انا لله و انا اليہ راجعون.

صاحب جي صاحبي عجب ڏئي سون. ماڪيءَ ۽ مصريءَ جهڙي مٺي ماڻهوءَ کي ڪئنسر جي مرض ۾ نهوڙي نيڻ! الاهي اسرار هيو يا آزمائش؟ چئي نه ٿو سگهجي. پر هر حالت ۾ اها قدرت جي ڏاڍ مڙسي ضرور چئبي. ڪئنسر کو انساني مرض ٿورو ئي هيو. هي ته ڪاڪا سئڪي ڪر هئي. اها به مڏي ڪاتيءَ سان ماڻ هيو. اهو نه اهڙي ماڻهوءَ کي جنهن زندگيءَ ۾ شايد ڪک کي به نه رنجايو هجي. اهڙياپيپاه کي اها بيماري ٻڄيندي قدرت کي ڪجهہ کهڪاءُ ته اچڻ گهريو هيو. ان بيماري ۾ جنهن ڪان دشمن کي به الله شل پناه ۾ رکي. پنهنجن ڪجهہ پيارن عزيزن ۽ دوستن کي بک ٽيندي ڏٺو هيم. جي بيحد سريف ۽ نهايت نيڪ انسان هوا. جيئن ته پنهنجي مرحومہ همشيره، منشي نور قادر عل ملنگ ۽ استاد حامي. ٽنهي جي بيماريءَ واري مدت ساڻن گڏ گذاريم. آخرين گهڙي تائين. چڻ ترتيب ٿي حاصل ڪيم. هاڻ ته اهو ايمان ٿي چڪو اٿم ته ڪئنسر ڪجهہ به آهي . پر سزا هر گز نه آهي. ٿي سگهي ٿو فقط موت جو سڏ هجي. آءُ به ايندڙ نومبر ۾ عمر جي ٽيهٺ ڏاڪي تي پري رکڻ وارو آهيان جي الله پاڪ اها عنايت مون تي به ڪئي ته اکين تي. پر مهابي پاڪ رسول جي. ان نوصازش گڏ شل اهڙي سور سهڻ جي توفيق مونکي به ڏئي. جا استاد حامي کي بخشي هوائين. هڪ پٺ شاهہ وجڻ ڪري استاد وٽ وڃي نه بس. ٻئي ڏينهن تي ڏوراپو ڏنائين." ادا سائين ائين بوفائي ته نه ڪر. آءُ هتي علاج لاءِ ٿورئي آيو آهيا. مان ته ظالم توسان ڪچهريون ڪرڻ آيو آهيان". لاڏائي کان پنج ڏينهن

اڳ وري بہ تغاتو ڪيائين. "پائو متان ٻيرو ٻڳو اٿيئي. باقي ڏهاڙا آهن چار". مون واڻڙو ٿي ٻڇيو تہ پوءِ؟ " پوءِ ادل ويندا سين ابائي وطن". دلبر ڏاڍو ظالم آهين. سمجهين بہ ٿو تہ کهڙي ڳوٺ جي وڃڻ ڳالهہ ڪريان. پوءِ بہ پڇي ٻڪ تو ڪرين؟" ٻين يارن آئي ڳالهہ کي لنوائي ويس. موقعو وٺي استاد سان ڳوٺ هلڻ جي ڳالهہ ڇوريم.. چيائين تہ ڀلي. پر ڊاڪٽر کان اجازت وٺي پوندي. اهو ڏمون ڀاڻ تي ڪنيم. چاڪاڻ تہ منهنجي خيال ۾ مرض دوا درمل جي سطح کان مٿي چڙهي چڪو هيو. ٻيو استاد کي وڏي اڻ تڻ هئي پنهنجي امڙ سان ملڻ جي جيئن تہ هوءَ ڪراچي اچڻ جهڙي نہ هئي. ٻئي ڏينهن شام ڪاوني رات تائين آءُ ڊاڪٽر جي ڳولا ۾ ريس. پر ڪو پتو پئجي نہ سگهيو. ٽئين ڏينهن تي نيرن مهل اسپتال پهتس. معلوم ٿيو تہ استاد کي ٻي آپريشن لاءِ وٺي ويل هوا. پائو منگيءَ احوال اوريو تہ ڪلاهہ شام ڊاڪٽر سمور وقت هتي استاد وٽ. ٻي آپريشن جا اجازت وٺڻ لاءِ آيل هيو. ان آپريشن ڪانپوءِ حالت تيزيءَ سان بگڙندي رهي. ناجو هي فانوس اجهامي ويو.

حامي مرحوم هڪ مخلص ۽ محنتي انسان هيو. پارائي اسڪول جي ماستريءَ سان زندگيءَ جي شروعات ڪيائين. نوڪريءَ سان گڏ وڏي پڙهائي بہ جاري رکيائين. گرئجوئيٽ ٿيڻ بعد " ناز هاءِ اسڪول " ۾ ماستر ٿي خيرپور ۾ آيو. جڏهن يونورسٽي قائم ٿي تہ سنڌيءَ جو پروفيسر مقرر ٿيو. ان مدت ۾ تحقيقي مضمون لکي علمي ڊاڪٽريءَ جي ڊگري بہ حاصل ڪيائين.

سالن کان وڏيڪ عمر جوعرصو علم ۾ سيڙايائين. خيرپور ضلعي ۾ ورلي ڪو لکيل پڙهيل نوجوان هوندو جو سندس شاگرد ٿي نہ رهيو هوندو. سندس سموري عمر علم جي ڏس ۾ هڪ لڳاتار جدوجهد ۽ خلق خدمت هئي. ساڳي ريت ادب جي ميدان ۾ نثر توڙي نظم ۾ سندس نالو سنڌ جي چوٽيءَ وارن اديبن ۽ شاعرن ۾ شمار ٿيندو هيو. سندس سنگت جو دائرو بہ سموري

سنڌ جي اراضيءَ تي پکڙيل هيو. هر هڪ سان ياري دوستي ملهائي پاڻ موڪيائين. ٻنهنجي گهراڻي، ڳوٺ، ۽ پسگردائيءَ جي رهاڪن لاءِ ته حامد صاحب ڪم ڪاج ۾ هر مشڪل ۾ خواجه خضر جي حيثيت رکندڙ هيو. سنڌي ٻوليءَ جو سچو خادم . عاشق ۽ سنڌ جو صحيح معنيٰ ۾ سپوت هيو. سندس زندگي سهٽي سڦلي گذري. ۽ پوءِ اڳيرو رواني ٿي. زندگي ڪا الله جي ڏنل سوکڙي ته نه هئي. پر هڪ قرض هيو. جو هڪ نه هڪ ڏينهن ضرور واپس ٿيڻو هيو. اها اوڌر واپس ٿي. ليکو ئي ختم.

استاد حامي سان روزانه ٻي ٽي ڪلاڪ جي روح رهاڻ ٿيندي رهي. ان گفتگوءَ ۾ موت جو ذڪر ڪڏهن به زير بحث نه آيو. توڙي جو موت اسان ٻنهي جي سوچ ۽ خيال تي پوري شدت ۽ دهشت سان ڇانيل هو. اهو به الله پاڪ جو اسان مٿان وڏو احسان آهي جو موت کي انساني اکين اڳيان غائب رکيو اٿس. پر جي موت ظاهر ظهور گهٽين بزارين يا اسپتالن ۾ گهمندي ڦرندي ڏٺو وڃي . ته شايد گهٽن جو خون خشڪ ٿي وڃي ۽ ڇرين جي آدمشماريءَ ۾ چلگو واڌارو ٿي وڃي. اسان کي اها پليءَ پت ڄاڻ آهي ته موت اسان جي پٺ وٺندو پير کڻندو ٿو رهي ۽ اسين سندس عقابي نظر کان ڪڏهن لڪي ڇپي نه ٿا سگهون. عجب ته هي آهي جو جيئن اسين قبر جي ويجهو ايندا ٿا رهون اوترو موت اسانجي خيالن ۾ پر پرو ٿيندو ٿو رهي. تحقيق اهو معجزو فقط الله پاڪ ئي سر ڪري سگهي ٿو.

اها به خاطر آهي ته هڪ نه هڪ ڏينهن اسانکي ضرور مرڻو آهي. در اصل زندگيءَ جي اصل حقيقت ئي موت آهي. باقي ته آهن ٻڌل ڳالهيون يا گسا پٽا. اهي ڏکا به اسين اڪثر غلط ٿا هڻون. جيئن ڪي ٻار هڪ گهاٽي جهنگل ۾ نان خوف خطري جي گهمندا ڦرند رهن. اسانکي ته اها ڄاڻ ئي نه آهي ته سياڻي ڇا ٿيڻو آهي؟ ڪهڙا خطرا درپيش ايندا؟ حضرت موت سان ميلو ملاقات ڪڏهن

ٿيندي؟ شڪر آهي جو ان بي خبري ۾ اڻ ڄاڻائي ۾ ئي اوچتو اجل اچيو سهيڙي. اسين ٻوءِ خواب جي دنيا ۾ داخل ٿي ڪنهن خيال جي اڏام ۾ مست رهون ٿا. ٿي سگهي ٿو ته ٻوءِ اسانکي اها سڌ ئي نه رهي ته ڪو اسين مري چڪا آهيون.





سوره سنڌي ادب




صاحب خان سوره ميراڻي

Cell No: 0344 3919786
0300 3404488

# استاد "حامي" ويو لڏي ...

ڊاڪٽر ميمڻ عبدالغفور سنڌي

بيشڪ هي جهان فاني آهي ۽ ڪنهن کي به هت رهڻو نه آهي. ڊاڪٽر عطا محمد "حامي" صاحب پنهنجو وقت خير خوبيءَ سان پورو ڪري ويو ۽ سياڻي پاڻ کي به انهيءَ ساڳئي رستي سان وڃڻو آهي. انهيءَ لاءِ ته هيءَ حياتي عارضي ۽ ڪَهنبي جي ڇنڪي جيان آهي.

هن ڌرتيءَ تي ڪيئي آيا ۽ پنهنجو وقت پورو ڪري ويندا رهيا.مگر اهڙا انسان جن پنهنجي حياتي ڪارائتي نموني ۾صرف ڪئي ۽ انسان ذات جي خدمت لاءِ وقف ڪئي اهي ورهين پڄاڻان اَڄ به اوجهل نه رهيا آهن اُن جو خاص سبب "خدمتِ خلق ۽ ٻين سان ڀلائي" ڪٽي چئجي، ته مناسب لڳندو.

استاد حامي صاحب سان منهنجي پهرين ملاقات ملازمت دوران، تاريخ 9 جولاءِ 1975ع تي رتوديرو ڪاليج ۾ ٿي. سنڌس نالو گهڻو اڳ ٻُڌل هو. مگر خيالن جي ڏي وٺ انهيءَ ڏينهن کان شروع ٿي. پهريائين ته خوب ڪلاڪائين پر پوءِ سنڌس ڏاهپ مون کي ڪنهن حد تائين متاثر ڪري وڌو. اُن کان پوءِ وقفي وقفي سان سائنس ملاقاتيون ٿينديون رهيون.

سال 1978ع جي ابتدا ۾ مونکي ڊي-فل جي سَنَد حاصل ڪرڻ جو شوق جاڳيو. فارم تي گائيڊ جي حيثيت ۾ صحيح ڪرائڻ لاءِ ڊاڪٽر سنڌيلي ٺپ جواب ڏنو . انهيءَ مقصد لاءِ ضلعي جون حدون اورانگي خيرپور جون ڪجيون لتاڙي ڳوٺ سوهو قناصرا ۾ جناب حامي صاحب وٽ ويس جنهن بنا

ڪنهن ويچار جي فارم تي پنهنجي ذميواري قبولي موڪلائڻ لاءِ روڊ تائين گڏجي آيو ۽ بس ۾ ويهاري دلجاءِ سان واپس وريو. ان ڪان پوءِ ساڻس خط و ڪتابت جاري رهي ۽ ڪڏهن به خط جي جواب ۾ دير نه وڌائين مون ڪيس هميشه ڪل مُک ۽ حاضر جواب ڏٺو مهمان نوازيءَ جو ڪو ڏيو ۽ آئي لاءِ وڏو آدر ڀاءُ رکندو هو. هُو سڌو سنئون ماڻهو هو. سندس نيت ۾ ذري برابر گمان نه ڏٺم .

اِها هڪ جدا ڳالهه آهي جو سال 1979ع ۾ سنڌ جي يونيورسٽيءَ جي پاليسيءَ جي مدِ نظر حامي صاحب جي حمايت بدران. پي ايچ ڊي جي ڊگريءَ لاءِ علامه غلام مصطفيٰ قاسمي صاحب جي رهبري اختيار ڪرڻي پيئي سچ پچ هن سلسلي ۾ آءُ حامي صاحب کي بنيادي طرح "اُستاد" تسليم ڪريان ٿو پنهنجو وَڙُ ڪري . هن سَنَدَ حاصل ڪرڻ لاءِ همٿايو.

سال جي مختصر عرصي بعد. ٿيسز جو ابتدائي ڪم پورو ڪري، حامي صاحب وٽ مشوري لاءِ پهتم جنهن ڪم جي رفتار ۽ تحقيق جي معيار جي پرک وٺي آڌوري ٿيسز جي سر ورق تي ئي فورا صحيح وجهندي چيائين ته "بابا توکي پنهنجي طرفان ڏاڪدري(ڊاڪٽري) ڏئي ڇڏيم!".

ٻين به ڪيترن ئي موقعن تي ساڻس ملاقاتيون ٿينديون رهيون منهنجي ساڻس آخري گفتگو مئي 1981ع ۾ جماڻي هال شڪارپور ۾ سڏايل سنڌ سگهڙ ڪانفرس دوران ٿي ۽ ساري رات ساڻس رهاڻيون ٿيون.

مونکي سندس طبيعت پسند هئي سچ پچ جهڙو تخلص هوس تهڙو ئي هر هڪ لاءِ حامي ڏٺم. بنا ڪنهن امتياز ۽ عهدي جي، هو سڀ سان کير کنڊ هيو. سندس اوچتي وفات تي سنڌ ۽ سنڌي زبان کي سخت نقصان رسيو آهي.

ڀائيان ٿو.ته هي خال صدين تائين به پُر ٿي نه سگهندو. آءُ اندر جي اونهاين سان هن موقعي تي چوان ٿو ته حامي صاحب اَڄ صرف اسان جي اکين

ڪان پاسيرو آهي. مگر اسان جي دلين ۾ سدائين ڇانيل آهي ۽ رهندو.

سندس ظريفانہ گفتا ۽ خيرخواهيءَ جا نڪتا اسان کان هرگز وِسري نہ ٿا سگهن.



# سائين عطا محمد حامي جي ياد ۾

ڊاڪٽر بشير احمد شاد

مرحوم عطا محمد حامي صاحب جو آءٌ هڪ مدت کان مداح آهيان. جڏهن اچان ملاقات جو شرف حاصل ڪونہ ٿيو هيو تہ سندس لکڻيون پڙهي مستفيض ٿيندو هيس. جڏهن ملاقات ٿي تہ سندس شخصيت تي مفتون ٿي ويس، حامي صاحب جي شخصيت هڪ گلزار پر بهار وانگر نظر آيم. جنهن ۾ طرح طرح جا رنگ برنگي گل ڏٺم ۽ من مست ڪندڙ سڳنڌ ۽ سرهاڻ محسوس ڪيم. سائين حامي صاحب هڪ باخبر ۽ ڪهنہ مشق اديب هو.

سائين جي شخصيت ادب جي افق تي سورج وانگر سدائين جرڪندي رهندي . سندن منفرد انداز گهڻن کي گهائي رکيو هو. حامي صاحب جهڙا سُڄاڻ ۽ راست انسان ادب جو اهڃاڻ ۽ سچ جي سڃاڻ هوندا آهن. سچائي ۽ راست گوئي تہ عاشق جي رڳ رڳ ۾ رچيل هئي، صفا ڪرو انسان جيڪي دل ۾ سمايل سو زبان تي حامي صاحب جن جي شخصيت ۾ سراپا سادگي سمايل هئي. تعميري طنز و مزاح ۾ ساڻن پيو ڪو نہ لڳي. اهڙي تہ عمدي انداز ۾ نهايت خوش خلقيءَ سان تعميري تنقيد ڪري ويندا هئا جو ٻڌندڙ پنهنجي مٿان طنز جي بار بجاءِ ٿهڪڙن جو رحمت ڀريو مينهن وسندي محسون ڪندو. ظرافت هڪڙو وڏو فن آهي دل ۾ هزار درد هجن پر ڪو انسان پنهنجي خوش طبعيءَ زنده دليءَ سان محفل کي مشڪ و زعفران ٻڻائي ڇڏي اهڙي ڪليل دل جا زنده دل ۽ بيباڪ انسان منهنجي نظر کان گهٽ گذريا آهن.

حامي صاحب جن سان منهنجون ڪجهہ يادگار ملاقاتون ٿيون. سندن

بلند ظرفيءَ جي ڳالهہ ڪجي. سائين جن جي اڏو منهنجي طفلِ مڪتب واري حيثيت هئي پر مونسان اهڙي تہ شفقت ۽ عزت ڀرئي انداز سان پيش ايندا هئا جو مونکي پنهنجي متعلق برتري جو احساس ٿيڻ لڳندو هو. 9 اپريل 1982ع تي اسانجي ادبي تنظيم فڪر و نظر لاڙڪاڻي پاران جڏهن لطيف ادبي ڪانفرس جو اهتمام ڪيو تي ويو تہ مشاعري جي صدارت لاءِ آءٌ ڪجهہ دوستن سميت سائين جن جي ڳوٺ وڃي نڪتس ۽ کين اهڙي گذارش ڪئي لک عزتون ڏيڻ بعد طبيعت جي ناسازيءَ جي باوجود واعدو ڪيائون تہ ڪانفرنس ۾ اکين سا اچبو. ان وقت سائين جي ظرافت واري رڳ ڦڙڪي پئي ۽ چيائون." بابا ڀناڻ پاڻ قرب ڪري کهي آيو آهي سو هاڻي تہ پاڻ ڪٽائي بہ لاڙڪاڻي پهچندس منڙا. ڪانفرنس جي موقعي تي اسان جي ميڙان لک لائق ڪيائون ۽ بيماريءَ جي باوجود پنهنجو واعدو وفا ڪيائون.

گذريل ٻن سالن کان اسلام آباد ۾ اهل قلم ڪانفرنس جي موقعي تي حامي صاحب جن سان خوب خلاصيون ڪچهريون رهيون. هڪ دفعي ڪچهري ۾ هڪڙي دوست سائينءَ جن جو توجہ صنف نازڪ هڪ ٽولي ڏانهن ڇڪائيندي از راه مذاق چيو "سائين هو تہ ڏسو رنگ لڳا پيا آهن " سائين جي حاضر جوابيءَ جو جواب ناهي پنهنجي مخصوص انداز ۾ وراڻيائون "منڙا اسان جي لائن ٻي آهي" پوري محفل ۾ ٽهڪڙو مچي ويو. سائين جي جواب جو هر ڪنهن پنهنجي ظرف آهر مطلب ڪڍيو.

سائين حامي صاحب جن جي عملي مقام جو مثال ڏيندي عرض ڪريان تہ هڪ ڀيري سکر جي هڪ ادبي محفل ۾ جتي وڏا وڏا عالم اديب ۽ دانشور گڏ هئا. ڊاڪٽر نبي بخش خاب بلوچ صاحب جن پڻ موجود هئا. علمي بحث مباحثي جو دور هلي رهيو هو. اسان پاراتول خاموشيءَ سان وينا بزرگن جي گوهر افشاني ٻڌي رهيا هئا. جهڙي تهڙي جي جاءِ نہ هئي جو راءِ زني ڪري

سگهي. ڇا لاءِ تہ اتي رڳو علم جي ڇلت هئي. انهيءَ موقعي تي مرحوم عطا محمد حامي صاحب جن ايڏي جرئت،حوصلي ۽ مضبوط دليلن سان خيال آرائي پئي ڪئي جو خود ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ سندن علميت جو اعتراف ڪندي واه سائين واه ٿي ڪئي. سائين حامي صاحب جن جو سچل شناسيءَ ۾ تہ جواب نہ هو. سرمست جي فارسي مثنوين"عشق نامو" ۽ "راز نامو" جو سنڌي زبان ۾ منظوم تر جمو ڪري سنڌي ادب ۾ اضافو آندائون . باقي صوفيا ڪرام متلق بہ وسيع معلومات رکندا هئا.

حامي صاحب جن جي شخصيت آئيني وانگر اجري هئي. پاڻ فقر جا قائل سچا فقير هئا. دل جا امير مڙس هئا. درد ڀري دل جا مالڪ هئا. عام مشهور آهي تہ واقف توڙي اڻ واقف ڪنهن بہ ڪم سانگي سائينءَ جي ٽڏي لڙي ويو تہ پوءِ تتيءَ ٿڌيءَ يا اڌرات منجہ رات جي پرواهہ ڪئي بغير پنهنجون سموريون مصروفيتون اڌ ۾ ڇڏي ان سان نڪري پوندا. ڏهن آگرين جا ڏهہ زور لڳائي منجهيل مسڪين جي مشڪل آسان ڪرائيندا هئا. حامي صاحب جن جي شاگردن ۽ معتقدن جو حلقو وسيع هو تنهنڪري اڪثر ڪري سوالي ڪڏهن خالي ڪونہ موٽندو هو. تخلص جو سندن شخصيت تي وڏو اثر هو دنيا ۾ اهڙا نيڪ نيت ۽ خدا ترس درويش صفت انسان گهٽ ملندا. اهڙن ئي انسانن لاءِ پٺائي ڀلاري رحہ فرمايو:

ماٺهو سڀ نہ سهڻا، پکي سڀ نہ هنج
ڪنهن ڪنهن ماڻهوءَ منجهہ اچي بوءِ بهار جي

حامي صاحب بادشاهہ شاعر هو. شاعري تہ سندن در جي ٻانهي هئي. هر صنف تي طبع آزمائي ڪئي اٿن ۽ ان ۾ ڪماليت جي درجي کي رسيا آهن. مطالعي مان معلوم ٿئي ٿو تہ پاڻ سچا عاشق رسول صہ هئا. سندن نعت جون

چند سٽون پيش خدمت آهن.

مير مرسل جي محبت دين ۽ ايمان آ.
ذکر جنهن جي ذات جو هر درد جو درمان آ
عبد اهڙو جنهن مٿان معبود صلوتون پڙهي
ڪيئن چئون پاڻ جهڙو جنهنجو ايڏو شان آ
لاشريڪ آهي ڪيو جنهن کي سڏي پنهنجو شريڪ
عرشِ اعظم تي اهو الله جو مهمان آ.

سائين حامي جا غزل ۽ پنهنجو مٽ پاڻ آهن. فڪر جي وسعت ۽ گهرائي جو مثال سندن ٻن غزلن جي چند سٽن مان ڏيڻ جي ڪوشش ڪريان ٿو.

اکين سان حال دل جا يار تو سان اورڻا پوندا،
زبان خاموش رهندي چَپ نہ هر گز چورڻا پوندا
غذا ٻي ڪين کائيندو ڪڏهن شهباز الفت جو،
هڏن تان ماس وارا پنهنجا عضوا ڪورڻا پوندا،
مٺن ماڻهن اڳيان حامي منو ڳالهائڻو پوندو،
زبان چورڻ کان اڳ ۾ حرف سارا تورڻا پوندا.

ٻئي غزل جون چند سٽون ملاحظہ ٿين:

تو بنا جڻ آهہ هر دم محرم جي ڏهين،
هر گهڙي توسان پرين پهرين شوال

تو سوا آهيان ڏکاريل ڏوڙ ۾
تنهنجي آڏو عرش تي آهي خيال
بي وفائي ۽ وفا جي راه ۾
تنهنجو ۽ منهنجو ڪٿي ڪونهي مثال

رباعي جي صنف تي نظر وجهڻ سان محسوس ٿئي ٿو ته سائين حامي صاحب جن جڻ بنيادي طور رباعي جا شاعر هئا رباعي ڪا آسان صنف نه آهي بلڪه سمنڊ کي ڪوزي ۾ بند ڪرڻ جي مثال آهي. سائينءَ پنهنجي رباعين ۾ وڏي بيباڪيءَ سان خيالن جو اظهار ڪيو آهي. مثال ۾ فقط ٻه رباعيون حاضر خدمت آهن.

ظاهر ۾ اگر زُهد سراپا آهين،
باطل ۾ ته ابليس جو آقا آهين،
ڇو عيب اگهاڙين ٿو ٻين جا زاهد،
ڏس پنهنجي گريبان ۾ ته تون ڇا آهين.

هٿ ڪن ٿا، تڪبر ۽ وڏائي ڪن ٿا،
پردي ۾ ڀلائيءَ جي برائي ڪن ٿا،
زاهد ٿا سڏيون جنهن کي اهي پيي حامي،
الله جي نالي ۾ لچائي ئي ڪن ٿا.

حامي صا حب جن جي شخصيت ۽ شاعريءَ تي لکڻ لاءِ وڏو وقت ۽ محنت درڪار آهي. ٿورن لفظن ۾ ڪٿي ايئن چوان ته پاڻ سراپا محبت هئا. ۽ سندن شخصيت ۾ اندلٺ وارا رنگ آبشار واري رواني، سمنڊ واري گهرائي،

آسمان جهڙي وسعت، حاتم واري سخاوت، گلن جهڙي سرهاڻ ۽ ماڪيءَ وارو مٺاس موجود هو. قادر الڪلام شاعر جهانديده انسان هئا. دعا اٿم ته شال ربالعزت کين جوار رحمت ۾ جاءِ عطا ڪري. آمين.....



# مرحوم ڊاڪٽر حامي صاحب - منڍو ماڻهو

احمد خان آصف مصراڻي

اهڙا علماء و فضلا،ادبا و شعراء جن لاءِ چيو ويو آهي ته.

لڏي ويا ڇـــڏي ويا،ءِ غم ۾ گـــڏي ويا.
"هُو علـم و ادب" جي عـمـارت اڏي ويا.

انهن ۾ مرحوم و مغفور ڊاڪٽر عطا محمد حامي صاحب جو اسم گرامي به اچي وڃي ٿو. هن صاحب سنڌي علم و ادب جي عمارت کي نه رڳو اڏيو پر انهيءَ کي نظمي خواه نثري شاهڪارن ۽ شهپارن سان اهڙو ته مضبوط ڪيو. سينگاريو سنواريو جو سندس لاڏاڻي سبب ائين پيو سمجهجي ته ان عمارت جو هڪ ستون ڪري پيو آهي. جنهن جي اڏاوت لاءِ مشڪل ڪو معمار ملي محترم قاضي قائل،محترم قاضي مقصود گل، محترم ڊاڪٽر عبدالمجيد سنڌي،پروفيسر عبدالغفور سنڌي، محترم محمد علي حداد صاحبان. حامي صاحب جا حامي نظر اچن ٿا. جن نه رڳو سنڌي قلمي ڪاوشون ڪنيون ڪيون آهن پرَ انهن کي اشاعت هيٺ آڻي وڪريل موتي ميڙي سيڙي ورهائي ۽ ونڊي ورڇي رهيا آهن ڪين لک لک مبارڪون هجن.

حامي صاحب سان هونءَ ته منهنجون ملاقاتون. جميعت الشعراء سنڌ طرفان ٿيندڙ مشاعرن ۽ محفلن. ريڊيو ۽ ٽي وي تي ٿيندڙ مشاعرن ۾ ٿينديون رهنديون هيون پر ساڻس گهرائيءَ ۽ گهاٽائي تڏهن ٿي. جڏهن گذريل ڏهن پندرهن سالن کان. قلندر شهباز بلند پرواز جي ميلي جي هر ڪانفرس ۾ شريڪ ٿيندو رهندو هو. حامي صاحب "هال" ۾ پير پائيندو ته محفل مرڪي اٿندي.

مولانا قمر صاحب کي حورن جو حوالو ڏيئي مٿس چرچي جي چوٽ چاڙهيندو. مومن مليرائي کي مام ۾ پيو مهميزون ڏيندو، پيو بہ جيڪو منهن سامهون آئيس تہ ان سان چرچن ئي چرچن ۾ نوڪ جهوڪ جاري رهندي.

مزاق ۽ مزاح ۾ کڙائي ۾ ڪچائي ڪانہ هوندي، سندس هر گفتگو گويا نادر نڪتو هوندو هو. ڪناين ۽ اشعارن ۾ ايترو ڪجهہ چئي ويندو هو. جو اڳلو لاجواب ٿي ويندو هو. مرحوم دادن فقير بہ اسان سان گڏ هوندو هو. اتفاق بہ وري اهڙو بڻبو هو جو گهڻو ڪري حامي صاحب دادن فقير ۽ آءٌ هڪڙي ئي ڪمري ۾ رهندا هئا سين. هڪ دفعي دادن فقير چيو تہ ادا آصف ! حامي صاحب هيڏو سارو ماڻهو ۽ هن عمر ۾ وتي ٿو سيڪنهن سان چرچا ڪندو ۽ چيڙائيندو. هرويرو اِها چلولائي چڱي ناهي....... .

اهي الفاظ حامي صاحب بہ ٻُڌي ورتا ۽ ويجهو اچي چيائين تہ يارو! مان پنهنجا لُڙڪ انهيءَ مرڪ ۾ لڪائيندو ٿو وتان.وڏو فرزند ضمير احمد لاڏاڻو ڪري جگر پاش پاش ڪري ويو. ادو ماهي خان تہ ڪَمَر ٽوڙي ويو. هُو ظالم پاڻ وجي الله وٽ آسو دا ٿيا. مونکي ڦوڙائي ۾ ڦٽي ويا.

سندس اهي دردناڪ . دلدوز ۽ جگر سوز ٻول ٻڌي دادن فقير ۽ مان خود اکين ۾ آب آڻي ويٺاسين.

الله بادشاهہ بي پرواهہ آهي.

حامي صاحب جي اعليٰ شخصيت جا ڪيترائي روشن پهلو آهن. جن تي پوري طرح لکڻ "ڪا اڪ ٿان ماڪي لاهڻي ناهي" پاڻ هڪ بي نظير شاعر. اعليٰ درجي جواديب، نقاد، تاريخدان، تذڪره نگار، مصنف.مترجم ۽ مؤلف هو. ساڳئي وقت اهڙو تہ سياسي شعور رکندڙ ۽ اثر رسوخ وارو هو جو ون يونٽ ٿيڻ کان اڳ رياست خيرپور جي ڪائونسل جو ميمبر بہ منتخب ٿيو هو. مٿين سيني

عنوانن تي لکڻ لاءِ وڏي وائد ڪائي ۽ وقت ،قلمي ڪاوش، علمي لياقت ۽ قابليت جي ضرورت آهي. جناب قاضي قائل ۽ قاضي مقصود گل، صاحبان جي حڪم جي بجا آوري ڪندي هي چند جملا عرض رڪان ٿو.

علم ابجد موجب عطا محمد جا عدد 172 ٿين ٿا العالم جا عدد بہ ابتدائي 172 آهن. سندس اسم سان انجي تخلص حامي جا 59 عدد ملايون ٿا پوءِ گوهر 231 بڻجيو پوي.

واقعي مرحوم عطا محمد حامي العالم ۽ گوهر هو. سندس ولادت جو سن هاتفي هدايت موجب خوبصورت و شاعر ازل 1919ع آهي. حامي صاحب شادي 9 جون 1944ع ۾ ڪئي.ان موقعي تي سندس گهاٽي يار رشيد احمد لاشاري هي نظم لکيو ۽ مرحوم جمعہ خان غريب کي التجا ڪئي تہ هو حامي صاحب جي شادي جو تاريخي مادو ڪيي. اشعار ملاحظہ فرمايو:-

مستحق صدها مبارڪ جو ٿيو آهي اديب،
جو ٻڌو شاديءَ جو سهرو اڄ اسان جي آ حبيب،
ٿي عطا سوهو مٿان آهي عطائي ڪردگار،
سنت خيرالبشر جو ٿيو علم انکي نصيب،
جونِ جي تاريخ نائين رات جمعي جي هئي،
از عطاءِ ڪبريا رحمت عطا تي ٿي قريب،
قطع تاريخ ڪان ممنون فرمائي سگهو،
ڪر لاشاري التجا در خدمتِ حضرت غريب.

از غريب ايڊيٽر رسالا اديب

صد مبارڪ تو چوان شادي ڪئي حضرت عطا
شڪر لله درد دل جو ٿيو عطا انکي طبيب
بي خزان گلزارُ هي فضلِ خدا سان بي خطا
خوش رهن تختِ چمن تي شاه گل ۽ عندليب
جون جي نائين جمادالاولين جي سورهين
لطفِ حق سان ٿيو عطا کي آهي هي قرب قريب
عيسوي سن مون پڇيو هاتف ڪان هن مُرڪي چيو
(بس عطاءِ بخششِ راحت ۱۹۴۴) ٿيو سالِ عجيب
هجري سن زيبا عطا سر بخت سر الفت سان ٿيو

۱۳۶۲ + 1 = ۱۳۶۳هه

خوش رهن باشان هي، هڪ حبدار ۽ پيو حبيب

ڪڏهن ڳاڙهو گهوٽ ڪڏهن مڙهه مقام ۾. پنائي بادشاهه جي چوڻ موجب ۱۹۴۴ع ۾ ڳاڙهو گهوٽ ٿيندڙ، رضا الاهي موجب ۱۹۸٦ع ۾ وڃي مقام پيڙو ٿيو. سندس وفات جو سن هن ماري مان نڪري ٿو.

اي آصف ويو لڏي، عطا فاضل عطا افضل 1982ع.

مرحوم حاميءَ جي شاعري کي مطالع ڪرڻ سان معلوم ٿئي ٿو ته هُن صاحب. غير عروضي شاعري (جنهن ۾ بيت يا ڏوهيڙا. ڪافيون ۽ وايون اچي وڃن ٿيون) ڏانهن خير ڪي توجهه ڏنو آهي. باقي عروضي شاعري جي هر صنف جهڙوڪ غزل، رباعي، مثنوي نظم. (مسدس، مخمس، وغيره) تي خوب طبع آزمائي ڪئي اٿس. سندس تفڪر تخيل ۽ تصور تازه بتازه. نوبنو جي مصداق هو. پاڻ سرائڪي، سنڌي، اردو، عربي، پارسي ۽ انگريزي جو علامه هو. تنهنڪري لغت ۽ علم العروض جي فن جو وڏو ماهر هو. پنهنجي ڪلام ۾ فصاحت ۽

بلاغت، جدت ۽ سلاست. پختگي ۽ شستگي سان عاشقانہ، ناصحانہ، عالمانہ ۽ فلسفيانہ خيالن کي اهڙي تہ رواني ۽ سان ادا ڪري ويو آهي، جو سندس نالو قادرالڪلام شعراء ۾ وڃيو شامل ٿئي.

حامي صاحب، عربي مقولي ،(الله جميل يحب الجمال. الله پاڻ سهڻو آهي ۽ سهڻن سان حب اٿس) موجب ظالم ۽ منڙن ماڻهن در انهن ۾ مائل هوندو هو. تنهنڪري سندس شعر خصوصا غزل ۾ رنگِ تغزل سان گڏ حسن و جمال، عشق و محبت، هجرو وصال جو انداز ۽ احوال اعليٰ ۽ ارفع ملي ٿو. حامي صاحب اوائل ۾ تخلص "عطا" ڪم آڻيندو هو انهيء تخلص عطا سان سندس آشعار دلبهار ١٩٤٤ع جي آخر تائين ملن ٿا. عطا جا پيا دوست جن ۾ سيد امير علي معصومي رشيد احمد لاشاري، الهورايو ڳاڙهوي، بہ هن وانگر پهريائين نمبر وار سوز، لاشاري، فيروز تخلص ڪم آڻيندا هئا. جڏهن عطا محمد ۽ سيد امير امير علي ڪراچيء ويا ۽ مرحوم غلام احمد نظامي، کي استاد ڪري ورتائون. تڏهن نظامي جي تخلص شاهم قافيہ طور امير علي سوز بدران جامي، عطا محمد صاحب عطا بدران حامي تخلص ڪم آندو فيروز اڳتي هلي"سليم" بڻجي ويو.

١٩٤٢ع جي هڪ غزل مان چند مصرع ڏجن ٿا. مقطع ۾ تخلص "عطا" ڏنو اٿس:-

آنہ هر دم آجيـــــــــان ۽ آنہ هر دم الوداع.
ڪنهن گهڙي خوش آمديد آ ۽ ڪنهن دم الوداع.
گـــردش ايام ڦـــيـــريو منهنجي راڻي آب ڪي.
ڪاگهڙي اي دل جا حاڪم حال محرم الوداع.
دم جدائي جي "عطا" دل سڀ سڄڻ سوچي ڏٺا.
سڀ ڪنهين ڪئي الوداع ليڪن نہ ڪئي غم الوداع

اديب سنڌ نومبر ٤٢ ص١٠

سندس ۱۹۴۴ع جو شعر پيش ڪجي ٿو اِن ۾ تخلص عطا ڪم آندو اٿئين.

مــتي ملڪ پنهنجي جي اڪسيــر آهي
وطن پنهنجــو سڀ لاءِ ڪشــميــر آهي
وطن تـي اچي شـــال واڳـــون ورائي
مـــسافــر اســانجــو تــيــو ميــر آهي

(مير فيض محمد ڏانهن اشارو)

عطا جي ســـخن جـــو نمونو نرالو
لشـــاري جي شـــعـــرن ۾ تاثيـــر آهي

(لاشاري رشيد احمد)

حامي تخلص ۱۹۴۵ع ڪانوڻي ڪم آندائين. ان تخلص سان جيڪو پهريون شعر مونکي هٿ آيو آهي انجو انتخاب درج ڪجي ٿو.

بغير غيرت غلام بڻجي سلام سڀ ڪنهن سندو ڪيون ٿا
نيـــاز مندي تي ناز آهي اســـانجي حـــالت عـــجـــيب آهي
عمل جي عادت اسان ۾ ناهي هميشہ غفلت ۾ غرق آهيون
پڇي اسـان ڪان نٿي ڪا محنت چئون ٿا ڪوتو نصيب آهي
هميشہ حامي تي حامي سڀ جو تہ تنهنجو حامي بہ مولا ٿيندو
اهوئي آهي غني خـدا وٽ جـو حـال مـحـرم غـريب آهي.

نــوٽ:- گذريل نصف صدي ڪانوڻي عروضي شاعريءَ ۾ جيڪي بہ مشهور شاعر سنڌ اندر ٿيا. انهن جي شعر جي شايع ڪرڻ سڌارڻ ۽ سنوارڻ ۾

سنڌي سوسائٽي لاڙڪاڻي ۽ جمعيت الشعراء سنڌ طرفان نڪرندڙ رسالي اديب سنڌ ۽ انجي حقيقي محرڪ مرحوم حاجي محمود خادم جو وڏو هٿ آهي. ماهاڻا مشاعرا ٿيندا هئا جن ۾ طرح پيش ڪرڻ لاء جدا جدا شاعرن کان طرحون گهرائي رسالي ۾شايع ڪري ووٽ ورتا ويندا هئا آءُ (آصف) به طرحون موڪليندو هوس.ميئن طرح؛ پڇي اسان کان ٿي ڪا محنت ڇئون ٿا ڪوٺو نصيب آهي ڪي منظور ڪرڻ لاء جيڪي ووٽ مليا تن ۾ حامي. جامي ۽ نظامي صاحبان جا اسماء گرامي هئا.

مرحوم حامي صاحب. جيئن ته شعرو سخن جي رموز و نڪات عيوب و محاسن کان پوري طرح واقف هو. تنهنڪري شعر تي اصولي تنقيد به ڪندو هو. اهڙيون ڪيتريون ئي تنقيدون رسالي اديب سنڌ ۽ ٻين رسالن ۾ شايع ٿيل اٿس. هو وڏن وڏن استاد الشعراء شاعرن تي تنقيد ڪرڻ کان نه ڪيٻائيندو هو. هڪ مثال پيش ڪريان ٿو:

مرحوم حاجي محمود خادم جو هڪ نظم "معيار سخن" جي عنوان سان ڇپيو. جنهن جا چند مصرعه هي آهن:

خدا جو فضل شامل حال آهي طبع موزون آهه.
ته پوء توکي خيال شاعري بيشڪ رکڻ گهرجي.
رديف قافيه اوزان وارڪان ۽ روي کي ڏس،
خفيء سان گڏ جلي جي پڻ تفاوت کي سکڻ گهرجي.
سه حرفا لفظ جي آهن انهن جي ڪر خبرداري،
سڪونت ۽ تحريڪ جو قدم ساري ڪٿڻ گهرجي.
لغت سنڌي اگر ناهي ته ڪنهن ٻي لفظ جي صحت
سا ادبائي وطن جي شعر ۾ توکي ڏسڻ گهرجي...

خدا نہ پلائيء سال ۱۹۴۹ع جي ڳالهہ آهي. ان وقت آءٌ لاڙڪاڻي ٽريننگ اسڪول ۾ ٻيو سال ڪورس پڙهندو هوس ۽ شام جو راز خادم صاحب جي حاضري ڀربي هئي. هڪ شام جو حامي صاحب بہ آيو ۽ خادم صاحب کي چيائين تہ سائين گستاخص معاف هڪ عرض ڪريان تہ ادبائي وطن ۾ "د" ساڪن ٿي وڃي ٿو. جيڪڏهن "ادبائي وطن بدران اديبانِ وطن" ڪم آئي اها مصرع هن طرح پڙهجي.

"اديبان وطن جي شعر ۾ توکي ڏسڻ گهرجي" تہ صحي ٿيندو. مرحوم خادم صاحب، حامي صاحب جي اها تنقيد قبول ڪئي ۽ آفرين ڏنائينس. مٿين هڪ ئي مثال مان معلوم ٿئي تو تہ حامي صاحب ڪيڏو نہ قابل ۽ ٻي ربا نقاد هو. اهڙا گهڻا مغال سندس لکڻين ۾ ملن ٿا.

نثر جي ميدان ۾ بہ حامي صاحب پنهنجي قلم جي ڪونتل کي گهڻو ڪڏايو آهي. سندس مضامين ۽ مقالا گهڻو ڪري، سندس جنم ڀومي (خيرپور رياست) جي علم ادب تاريخ ثقافت ۽ شخصيتن بابت آهن. انهن کان سوا ڪي ليکڪ اهڙا بہ لکيا اٿس، جن مان ڪن کي درس ۾ دالا مليل آهي. راهي مقالا ۽ مضمون جدا جدا رسالن، ڪتابن ۽ اخبارن ۾ ٽڙيل پکڙيل آهن. جن مان ٿورا، قاضي مقصود گل صاحب "وکريل موتي" ڪتاب ۾ ڪٺا ڪيا آهن.

ائين بہ ٻڌڻ ۾ اچي تو تہ مرحوم حامي، پنهنجو ڪلام يا ٻيون لکتون ڪنهن بہ بياض ۾ قلم بند نہ ڪيون آهن. جي ائين آهي تہ پوء اهڙي مٽري ماڻهو نہ رڳو پاڻ سان وڏو ظلم ڪيو پر سنڌ ۽ سنڌي زبان کي ڪي ڇورو ڪري ڇڏيو. مونکي ذاتي طور معلوم ٿيو آهي تہ محترم محمد علي حداد، حامي مرحوم جو ڪلام رسالن ۽ اخبارن وغيره تان ڪٺو ڪري رهيو آهي. پر اها ڳالهہ بہ ڏادي ڏکي آهي. منهنجي خيال موجب حامص صاحب جو گهڻو ڪلام رسالي اديب سنڌ ۾ آيل آهي، پر ڏک جي ڳالهہ هي آهي تہ اڄ ڪلهہ اهو رسالو

اڻ لڀ بہ آهي. تنهن کان سواء ان ۾ ڪنهن بہ شاعر جو سڄو ڪلام نہ ڏنو ويندو هو مگر انتخاب طور پنج ست بيت ڏنا ويندا هئا. نئين زندگي ۽ مهراڻ رسالا البتہ پورو مواد طبع ڪندا آهن.

حامي صاحب آخرين وقت تائين لکندو رهيو. ڀاڻ جناح اسپتال مان، بيمار هوندي بہ ڪرڙي جو داستان لکيائين جو محترم ڊاڪٽر عبدالمجيد سنڌي صاحب ڏانهن موڪليو هيائين جيڪو وکريل موتي ۾ ڇپيو آهي. ان کان ڪجهہ سال اڳ پي ايچ ڊي جي سند حاصل ڪرڻ لاءِ خيرپور رياست بابت ٿيسز لکي ڊاڪٽري جي سند ماڻيائين.

وزارت تعليم حڪومت پاڪستان کي ڪجهہ ننڍا ڪتاب لکي موڪليا هئائين جن مان سنڌي ادبي بورڊ. سندس لکيل ڪتاب ڪلاسيڪي شاعري شايع بہ ڪيو. سنڌي ادبي بورڊ لاءِ مرحوم مير علي نواز ناز جو ڪلام، پيرل فقير جو ڪلام بہ تيار ڪيو هيائين مگر بورڊ اجا اُهي ڪتاب شايع نہ ڪيا آهن. حالانڪہ حامي صاحب ڪجهہ وقت سنڌي ادبي بورڊ جو ميمبر بہ هو. بهرحال حامي صاحب سڀ وجهين سهڻو، من موهڻو ۽ قد آور شخصيت جو مالڪ ۽ مٺڙو ماڻهو هو. سندس خالي ڇڏيل جاءِ سٽري پرجڻ جي نہ آهي.

آخر ۾ سنڌڙي ڪتابي سلسلي جي سرواڻ، قاضي عبدالحئي قائل ۽ سندس ساٿين کي هي مشورو ڏيندس تہ جهڙي طرح مرحوم حامي جي مقالن ۽ مضمونن جو ڪتاب "وکريل موتي" شاندار نموني شايع ڪرايو اٿو اهڙي طرح سندس ڪلامن جو بہ ڪو مجموعو شايع ڪرائين اهو حامي صاحب تي نہ مگر سنڌ ۽ سنڌي ادب تي سندن وڏو احسان ٿيندو.



# عطا محمد حامي

مرزا فياض علي بيگ

هن وقت نئو جو قدر ڪري هڪ ڏينهن اهو افسوس ڪندو.

حامي جي مرڻ کان پوءِ سندس،
ارمان هزارين پيا ٿيندا.

ڪچهرين ۾ هجي. محفلن ۾ هجي. شاعرن ۾ هجي. سائين حامي مرحوم مڙين ۾ نمايان نظر ايندو بلڪ ائين چوان تہ ڪچهرين. محفلن ۽ مشاعرن ۾ ڇانيل نظر ايندو.

يارن اغيارن. دوستن دشمن. پنهنجن پراون. موافقن مخالفن. عزيزن قريبن. مائٽن شريڪن. جو حامي. هي سيني جي نظرن ۾ فقط ۽ فقط سائين حامي يا استاد حامي نظر اچي تو ۽ حامي ڪي وري اهي سڀ جا سڀ ظالم نظر اچن ٿا.

ظالم لفظ حامي جو تڪيہ ڪلام هو اڪلي سان بہ ڳالهائيندي چئي ڏيندو "ڏاڍو ڪو ظالم آهين".

حامي سڄي زندگي ڪنهن سان بہ ڪڙو ٻول نہ ٻوليو ايڏو مٺو جنهن جي مٺاڻ ۽ مٺاس جو مثال ماکي ۽ مصري ساڻ بہ نٿو ڏئي سگهجي. ماکي ۽ مصري جي مٺاڻ جي ذائقي ۾ ڪڙاڻ ٿي سگهي ٿي يا انهنجو مزو ڪڙاڻ ۾ تبديل ٿي سگهي ٿو مگر سائين حامي جي مٺاڻ ۾ شڪ ٿي نٿو ڪري سگهجي هن ۾ ايترو تہ مٺاڻ ڀريل هو جو انهي مٺاڻ جي وڏيڪ مٺاس ڪيس ٿي مٺاڻ جي مريض

بنائي سندس جسم کان ائين روح کي چوسيو جيئن ماکي جي مک گلن جو رس چوسي گلن کي مرجهائي ڇڏيندي آهي جي آخرڪار ڪومائجي هميشه لاءِ ختم ٿي ويندا آهن.

اسانجي منڙي حامي سان به متان اهڙي ئي ڪار ڪئي. محمد جي عطا سان دين کي قائم ڪرڻ جو سونهو بلڪ حامي بنجي خير سان پر خطي ۾ جنم ورتو:

عطا محمد نالو ذات جو سوهو سندس والد جو نالو قائم الدين هو. هي ڳوٺ سوهو ڪناسرا تعلقه ڪوٽڏجي ضلعي خيرپور (اڳوڻي رياست خيرپور) ۾ جنوري ١٩١٩ ۾ هن فاني دنيا ۾ پنهنجا سياڳا قدم رکيا عطا محمد ابتدائي تعليمي منزلون خيرپور جي پرائمري ۽ هاءِ اسڪول ۾ طئي ڪيون ۽ سال ١٩٤١ ۾ مئٽرڪ پاس ڪيائين پوءِ هن روزگار جي سلسلي ۾ پهرين پهرين پي ڊبليو ڊي کاتي ۾ نوڪري ڪئي جتي کيس هر مهيني ٽيهه رپيه پگهار ملندي هئي جا ان وقت توڙي جو چون ٿا ته سهانگ جو زمانو هو مگر حامي جهڙي گهڻ خرچائو ۽ سخي ڪشاده هٿ لاءِ تمام ٿورڙا هئا جنهن تي هڪ شعر آهي:

ويهه ڪاوان ڏهه ڪرايو ۽ لٿا الله تي
ٽيهه روپيه در مهينو لت آ منهنجي ساهه تي

حامي ٽيهن رپين جي وڏيڪ لت پنهنجي ساه تي نه سهي انهي نوڪري کي لت هڻي اچي گهر ويڙو ٿيو پوءِ ترت ئي سندس دوست امير علي شاه جامي سکر واري سان ڪراچي هليو آيو جتي سندس ملاقات سنڌي جي مشهور قومي شاعر غلام احمد نظامي سان ٿي.

حامي ڪراچي مان موٽندي روزگار لاءِ راهون ڳولڻ لڳو. قدرت کيس وڏيڪ روزگار جي تلاش ۾ راهن تي رلڻ کان بچائي ورتو ۽ آغا تاج محمد کيس

خيرپور ۾ ماستري جي نوڪري ڏني جتان ٽريننگ ڪاليج ۾ ويو ان دوران هن ڪاليجي تعليم ۽ بي اي بي ٽي ۽ ايم اي جا امتحان به ڪاميابي سان پاس ڪري ورتا ۽ پنهنجي محنت هوشياري سان استادي جا فرائض بجا آڻڻ لڳو.

استادي جا فرائض ڏيندي ڪيس هڪ صاحب حيثيت، صاحب ثروت و مال همراه چيڙائي وڌو جنهن ڪري هي به مڙڻ وارو مڙس نه هو ور ڪٽي ٻانهون ڪنجهي سياسي ميدان ۾ ٽپي پيو. هڪ طرف صفا غريب ٻي طرف امير. مقابلو به مقابلن جهڙو هو. سياسي ميدان ۾ ڌما چوڪڙي مچي وئي. مخالف ڌر طرفان زور، زر، زاريون سٽنديون رهيون هتي نهه ڪي نوڪوٽ آيل هئا سو ڪٽي ٿو آڻ مچي حامي پاڻ غريب سندس ووٽر ۽ حمايتي به غريب. پوءِ محمد جي عطا سان ۽ حيدر ڪرار جي حمايت سان حامي مقابلي ۾ ڪامياب ٿيو ۽ سندس حريف مخالف جي مٿس چٽرون ڪندا هئا سي چپ چٽيندي هڪ ٻئي کي چوندا رهيا ته هي ڇا ٿيو؟

حامي سياست ۾ ته قدم رکيو مگر جي سياست مان پنهنجو ۽ ٻچن جو پيٽ پرجي ته وڏيڪ مٿاڪت ڇو ڪجي ان ڪان علاوه حامي باضمير هو ايهي ڦيريون گهيريون، چوريون چڪاريون، لچايون ۽ بدمعاشيون اصل نه چاٽيندو هو جنهن ڪري روزگار جي سلسلي ۾ هالا ڪاليج ۾ آنرري ليڪچرار مقرر ٿيو ترت ئي ممتاز ڪاليج خيرپور ۾ سنڌي جو ليڪچرار مقرر ٿيو ۽ ڪجهه وقت سکر ۽ شڪارپور جي ڪاليجن ۾ پڻ اسسٽنٽ پروفيسر ٿي رهيو آخر ۾ ممتاز ڪاليج خيرپور مان ايسوسئيٽ پروفيسر ٿي ١٩٧٩ ۾ رٽائر ڪيائين.

حامي جي ايم فل اڳئي ڪيل هئي ڪيس پي ايڇ ڊي ڪرڻ جو شوق تڏهن جاڳيو جڏهن پاڻ ۵۴ سالن جي عمر ۾ پير ڪوڙيا محترم غلام علي الانا صاحب ڪانئس پڇي ويٺو ته هن عمر ۾ پي ايڇ ڊي ڪرڻ جو سبب ڪهڙو آهي

جنهن تي چئي ڏنائين تہ جڏهن سيد پناه علي شاه جهڙو پيرسن شادي جهڙو جوکم کٽي شادي ڪري سگهي ٿو تہ آئون تہ اڃا مس ڇوونجاه سالن کي پهتو آهيان ۽ پي ايچ ڊي ڪرڻ منهنجي لاءِ ايڏو وڏو مسئلو نہ آهي پوءِ هي پنهنجي ڪم کي جنبي ويو ۽ پنهنجي پوري محنت هوشياري سان خيرپور تي ضخيم ٿيسز لکي ڊاڪٽري جي سند حاصل ڪيائين.

عطا محمد کي ننڍپڻ کان ئي شاعري سان شوق هو ۽ هن ننڍي عمر ۾ ئي فن شاعري ۾ قدم رکيو. جنهن زماني ۾ هن شاعري ۾ قدم رکيو تنهن زماني ۾ لاڙڪاڻي ۽ ڪراچي ۾ ادبي محفلون متل هيون ۽ جمعيت الشعرا پنهنجي پوري اوج تي پرواز ڪري رهي هئي حامي جي ان وقت جي مشهور شاعرن نواز علي نياز، حاجي محمود خادم، غلام احمد نظامي، ڊاڪٽر ابراهيم خليل ۽ ٻين نامور شاعرن سان واقفيت ٿي چڪي هئي هن مشاعرن ۾ بهرو وٺڻ شروع ڪيو ۽ پنهنجي ذهانت هوشياري، خداداد صلاحيتن سان سٺو شاعر شمار ٿيڻ لڳو ۽ پوءِ ڪو وقت اهڙو بہ آيو جو هن جي اچڻ سان محفلون ۽ مشاعرا ٻهڪي مهڪي ۽ ٽهڪي ويندا هئا نوڪ جهونڪ، واه واه، داد سخن بلڪ بي داد سخن شروع ٿي ويندو هو غلط شعر پڙهندڙ حامي جي جهڙپ کان ڪٿي ٿو خالي وڃي داد ڏيندي ڏيندي اهڙي وٺ ڪندس جو باقي شعر شاعر صاحب کان پڙهندي پڙهندي وسري ويندو هو.

عطا محمد جا مزاح، داد ڏيڻ، نوڪ جهونڪ ڪڙهون ۽ جهڙپون جن ڏٺيون ۽ ٻڌيون سي ياد ڪندا رهندا، نموني خاطر هڪ ٻہ پڙهندڙن جي مطالعي ۽ ڄاڻ لاءِ لکان ٿو.

حضرت شاه عبداللطيف تي سيمينار هجي هڪ پروفيسر ۽ ڊاڪٽر صاحب اسٽيج تي آيو ۽ شاهہ صاحب جو هي شعر: گُجر کي گجميل جون تارن ۾ تبرون پڙهيو ۽ لفظ گُجر کي گجَر ڪري هڪ دفعہ نہ بلڪ ٻہ دفعا پڙهي ويو

هاڻي سوچيو ان سيمينار ۾ حامي هجي پوءِ ڪٿي ٿو هنجي جهڙپ ڪان جان ڇڏائي ڏاڍيان ڇپائين ته واه جي گجر آهي، صاحب مدح اسٽيج تان لهڻ لڳو ته وري آواز آيو ته ا ج ته واه جي گجر ڪارائي ڇڏني، حال ۾ ٺهڪڙو مچي ويو.

اهڙي ريت مشاعرن ۾ اهڙي وٽ ڪندو هو جو هو جان ڇڏائڻ ۾ پورو هوندو هو

سيد سردار علي شاه به هڪ ڀيرو دفعو ڊاڪٽر خليل وٽ حامي جي جهڙپ تي وڃي حامي ڪلندي ڪلندي ڪيس چيو ته شاه صاحب اسلام اسلام ڪري ڪنيو اٿئي ڇا آهي اسلام ۾ ڪا خبر به اٿئي، پوءِ يڪدم سنجيده ٿي هي رباعيون پڙهيائين

اسلام جي نالي ۾ نه ماريو ماڻهو
ڳڻتي ۽ مصيبت ۾ نه ڳاريو ماڻهو
هي حال ڏسي دين ڇڏي هو ويندا،
بي دين بڻائي نه ڪاريو ماڻهو
ڇو ڪوڙ ڪي اسلام سڏين ٿو ڪوڙا
واري جو ڪچو ڪوٽ اڏين ٿو ڪوڙا
انصاف جي اک ساڻ ذرا ڏس جاچي
گلقند ۾ ڪيئن گند گڏين ٿو ڪوڙا

چيائين ته شاه سائين، اسلام پيار محبت اخوت ۽ خلق جو پيغام ڏيندڙ آهي اوهان پنهنجي طبيعت ۽ قلم ڪي ڪجهه ٿڌو ڪريو ائين چئي يڪدم چيائين ته مونکي ته عجب ڊاڪٽر صاحب تي ٿو لڳي جو هيڏو روشن خيال نفرت ۽ ناانصافي جي ڳالهين ڪان ٿهڻ وارو ڪيئن اوهانجي سٽ جو سائي بنيو آهي جنهن تي ڊاڪٽر صاحب کلي ڏنو ۽ ڳالهه آئي وئي تي وئي.

سال ۷۴- ۱۹۷۵ کان حامي صاحب جي راقم جي بزرگن مرزا عباس علي ميرزا سلطان حيدر سان ڏيٹ ويٹ ٿي جا وڏي قرب پرين ڪچهريون تائين پهتي، انهن ڏينهن ۾ اسانجي امام بارگاه علي آباد ٽنڊو آغا ۾ ڀرپور مشاعرا ٿيندا هئا جن ۾ سيد احسن الهاشمي پيش پيش هوندو هو چاڪاڻ جو هڪ ته ڪيس هر مشاعري جي صدارت ڪرڻي پوندي هئي ان ڪان علاوه داد سخن سندس وهم و گمان ڪان مڙني سوايو ملندو هو هاشمي صاحب مجيل مزاحيه طبيعت جو مالڪ آهي هن جون ڳالهيون ۽ ٽوٽڪا بيشڪ دلي طرح ڪلائيندڙ آهن هاشمي صاحب جي سامهون حامي هو ٻئي هڪ ٻي جا پيچي بنجي هڪ ٻي تي ڪڙهون اپيون ڪندا هئا مگر حامي ڪٽي ٿو ڪيس وٹ ڏي پوء انين ڪل پوڳ مزاق ۽ مزاح ۾ محفلون ۽ مشاعرا ٿيندي ٿيندي ختم ٿي ويا حامي رباني راه ورتي ۽ هاشمي صاحب پنهنجي گهر جي راه ورتي.

مرحوم ممتاز حسن قزلباش خيرپور جو وزير اعليٰ هو هي پنهنجي دور ۾ رياست جو بي تاج بادشاه سمجهو وبندو هيو ۽ هر ننڍي چوڙي سندس حڪم ۽ احڪام سان ئي ٿيندي هئي هن جي دور ۾ رياست تمام گهڻي ترقي به ڪئي چار چگا ڪم به ڪري ويو مگر هنجي ۽ حامي جي وچ ۾ جهڙپ لڳي وئي حامي جو سڌو اتڪاء وقت جي وڏي وزير سان ٿي پيو هوڏهن طاقت ۽ اقتدار ۽ هيڏانهن فقط همت مردان مدد خدا واري ڪار، حامي پنهنجي ڳالهه تي بضد رهيو بلڪه ڪامياب به ٿيو قزلباش پاڻ صاحب بصيرت نيڪ دل انسانيت جو قدر ڪرڻ وارو هو ان ڪان علاوه صاحب علم و فهم به هو حامي ڪي پرکي ويو پوء سندس دل سان قدر داني همت افزائي ڪندو رهيو حامي خود به وڙ وڃاڻ وارو نه هو جڏهن ساڳي قزلباش تي ڏکيو وقت آيو ته سال ۾ ۱۹۵۸ واري مارشلا لا ۾ فوج آڏو قزلباش جي ذهانت ۽ رياست لاء سندس ڪيل خدمتن جي اعتراف ۾ طويل بيان ڏئي هنکي وڏيڪ ڏجهن ڪان بچائي وڌو جنهن جو وڏو

سبب ايهو هو جو حامي هميشہ درگذر ڪرڻ وارو هو انتقامي طبيعت نہ هيس حامي جو مذهب انسانيت هو . هو هر ماڻهو کي محبت ڏيڻ وارو هو ڪنهن بہ انسان کان نفرت نہ ڪندو هيو ڇائو تہ اهلسنت جي اڏان ڪنين ٻيس ۽ جڏهن وفات ڪيائين تہ ڪفن دفن اهل تشيعت طريقي سان ٿيس

محبت پنهنجو مذهب آ محبت پنهنجي ملت آ
محبت کانسواءِ هر شي اسان لئي عار ٿيندي آ

محبت پنهنجو مذهب ٻڌائي وري عاقبت سنوارڻ لاءِ چئي ٿو:

حامي جي عاقبت جي چڱائي گهرين تہ پوءِ
اغـيــار کي ڇـڏي ڏي علي کي امـــام وٺ

حامي مذهب جي معاملي ۾ نہ تہ متعصب هو نہ تنگ دل هو باقي حق گو ضرور هو.

حامي ١٩٥٦ ڌاري ڪربلا معليٰ جي زيارت ڪري آيو وقت گذرندي ڪيس روضہ رسول جي چؤنٺ چمڻ جي تمنا ٿي هيڏانهن هن جي دل ۾ اهڙي تمنا جاڳي هوڏانهن قدرتي اسباب پيدا ٿيا ۽ حامي حاجي بنجي چئي ٿو.

مـڪي جي شـهر کي جو پري کان ڏنـو اکين
الفت جـو احـتـرام جـو سـجـدو ڪيـو اکين
هن پاڪ سـرزمين تي پنهنجـو قـدم رکـيم
پنهنجي دلي مـراد جـو دامن ڀـري ڇـڏيم

حامي جتي نظم جو باد شاه هو اتي نثر جي ميدان جو بہ سٺو شهسوار هو هن جا نثر ۾ ڪيئي مضمون، مقالا، ڪتاب ادب ۾ نمايان ڪاميابي حاصل ڪري ادب ۾ مٽانهين جاءِ والارين ٿا "خيرپور جي تاريخ"

(ٿيسز ۽ ڪشف المحجوب ۽ ٻيا ڪتاب وغيره ان جو بين ثبوت آهي

عطا ڪجهہ وقت گرامي پوءِ عمر ڀر حامي بنجي سنڌي شاعري جي سر سبز باغ جي پنهنجي صاف شفاف جام بلورين سان آبياري ڪندو رهيو.

محترم محمد علي حداد هنجي ڪلام ڪي ترتيب ڏيئي حامي جو ڪلام نالي سان شايع ڪرايو آهي جنهن ۾ هر شعر پڙهندڙ ڪي ور ور ڏيئي پڙهڻ تي مجبور ڪري ٿو اهڙو پر نمڪ ۽ شيرين شعر آهي حامي جو

حامي سان پهرين پهرين منهنجي ملاقات تڏهن ٿي جڏهن ڊاڪٽر خليل حج بيت الله جي زيارت تان موٽيو ۽ حامي ڪيس مبارڪ ڏيڻ لاءِ خيرپور مان ڪهي حيدرآباد، لطيف آباد، خليل بلڊنگ ۾ پهتو. آئون اڳيئي ڊاڪٽر صاحب وٽ وينو هوس جتي ساڻس ملاقات ٿي پهرين ملاقات ۾ محسوس ڪيم تہ همراه ڏکيو ملهہ آهي هي اهڙو ڪڙپيل آهي جي ڪنهن ڪي وٽ ڏيڻ وارو نہ آهي جنهنڪري ساڻس گفتگو سنيالي ڪرڻ ۾ ئي عافيت آهي.

حامي دوستي رکي ڄاڻندو هو ۽ دوستي جا انگ اکر چڱي طرح ڄاڻندو هو منهنجي بزرگن سان واقفيت ٿيڻ بعد وقت بہ وقت انهن وٽ ايندو هو جتي سندس ڪچهريون راقم جي مامي مرزا سلطان حيدر جي اوطاق تي ٿينديون هيون جتي هڪ دفعي منهنجي والد مرزا حامد علي جي ساڻس ڪچهري ٿي دوران گفتگو اسانجي ڏاڏي مرزا علي نواز جو بہ ذڪر ٿيو جو برابر اڻ سال هزهائينس مير علي نواز خان جو خزانچي ٿي رهيو بابا مرحوم ڪانئس فقط پڇيو تہ خيرپور ۾ سنڌي سو چڪيون زري واريون جتيون ٺهن ٿيون يا نہ ؟ هن تہ فقط ائين ڪانئس پڇيو ٻي دفعي جڏهن حامي آيو تہ بابا لاءِ هڪ جوڙي وٺي آيو ۽ بابا ڪي چيائين تہ اسانجي طرفان هي سوکڙي قبول پوي بابا ايها سوکڙي ڪٽي گهر آيو ۽ گهران هڪ شيشم جو ڪاري رنگ وارو تمام قيمتي لڪڻ آڻي

حامي کي ڏيندي چيائين تہ منهنجي طرفان هي نشاني اوهان وٽ رهي حامي لکڻ وني يکدم چئي ڏنو تہ واه مرزا حامد علي اڄ تہ هڻ، کڻ وارو کم کري ڏيکاريئي

حاجي محمد حداد نور محمد هاءِ اسڪول ۾ پڙهندو هو رجب علي نقاش مغل گنج بخش جو پٽ حيدرآباد جو رهاڪو سندس هم ڪلاسي هو حاجي محمد ۽ حامي ڳوناڻي ۽ دوست هئا حامي جي واقفيت رجب علي سان ٿي جنهن جي معرفت عبدالقيوم صاحب هن جي دوستي جي سڳي ۾ هميشہ لاءِ پوئجي ويو ۽ هن سان هن جي آخري دم تائين سنگت جو سڳو سوريندو رهيو حامي اسڪول جي شاگردن ۽ ڪاليج جي شاگردن کي پنهنجي اولاد وانگر سمجهندو هو شاگردن سان ڪڏهن بہ بہ اکيائي وارو رويو نہ رکيائين سندس نظر ۾ شاگرد، شاگرد هئا اهڙي دوستن يارن سان بہ اهو ئي طريقو برقرار رکيائين دوستي ۾ ڪنهن کي گهٽ ڪنهن کي وڌ سمجهڻ ايهو چاٽندو ئي ڪونہ هو، دوست، دوست آهن.

حامي صاحب کي ٽي پٽ ۽ بہ نياڻيون اولاد ٿيو سندس وڏو پٽ ضمير احمد ۽ ٽيون پٽ ظهير احمد ۽ وڏي نياڻي ۽ سندس بہ پائر سندس زندگي ۾ فوت ٿي ويا فقط پٽ نصيراحمد زنده آهي.

حامي جهڙي حساس طبيعت واري ماڻهو آڏو اهڙن پيرن جا موت واقعہ ٿين سڄي زندگي جا وڇوڙا پئجي وڃن سي برداشت ڪرڻ ڏاڍا ڏکيا آهن، هڪ طرف حامي کي اهي ڏک ٻي طرف بيمارين جا ڏاڪڙا، آخر حامي انسان هو ڪيترا دک ۽ ڏک سهي ۽ برداشت ڪري، چوٽي آهي تہ خوشي جهڙي خوراڪ ناهي ۽ ڏکن جهڙي بيماري ناهي حامي بہ انهن ڏکن ڏاکڙن ڏجهن کي پنهنجي وس ۽ وٽ آهر منهن ڏيندي ڏيندي ۳ جون ۱۹۸۲ تي ان شمع وانگر جا سڄي رات جوت جلائي ٻين لاءِ روشني ڪندي ڪندي صبح تائين پاڻ رجي رجي ختم

ٿي ويندي آهي پاڻ ان شمع وانگر ادبي مذهبي، ثقافتي، سماجي ۽ ڪنهن حد تائين سياسي پڙ ۾ پنهنجا روشن ترورا ڇڏي وسامي وئي حامي خود ٿو چوي

نيٺ ويچاري بوقت صبح ٿتي ٿي بي وجود
چئن پهرن جي حياتي تي ڇا حامي اعتبار.

*****

# حامي صاحب جي سنجيدگي

محمد علي حداد

عام طور سان حامي صاحب ۽ سنجيدگي ٻه متضاد ڳالهيون سمجهون وينديون هيون اهو ئي سبب هيو جو محترم عبدالرزاق راز پنهنجي ڪتاب "سانگي کي سارِيام" ۾ لکيو آهي تہ هن ڪڏهن بہ سنجيدگي کي اک کولي ڪونہ ڏٺو آهي ۽ سنجيده محفل ۾ بہ هو اڪثر غير سنجيده نظر ايندو آهي."

ڊاڪٽر عبدالمجيد سنڌي وري پارس سلسلي جي ٻئي نمبر ڪتاب ۾ حامي صاحب جي شاعري لاءِ لکيو آهي تہ حامي جي شاعري حامي جي روح جي پڪار آهي ۽ سندس مزاج جي آئيندار. اهو خلوص ۽ صداقت جو اهڙو مقام آهي جتي سڀ ڪو شاعر نٿو پهچي سگهي.

مون وٽ خوش قسمتي سان حامي صاحب جي نثر خواه نظم جو تمام گهڻو ذخيرو موجود آهي مان انهيءَ آڌار تي چوان ٿو تہ حامي صاحب جي نثر توڙي نظم جو جيڪڏهن مطالعو ڪبو تہ سندس شخصيت جو هي پهلو بہ نمايان نظر ايندو تہ حامي صاحب عام زندگيءَ ۾ ڪٿي ڪنهن کي غير سنجيده نظر آيو هوندو مگر پنهنجي تحريرن ۾ ڪڏهن بہ غير سنجيده نہ رهيو گويا ادب ۾ حامي صاحب جي اک هميشہ سنجيدگي کي ڏٺو.

مان سندس نثري شهہ پارن جهڙوڪ ڪندڙيءَ جا ڪلتار. کهڙن جا مخدوم. درازن جا درويش. ڪليات ناز يا ڪتاب. سچل سرمست تي لکيل سندس علمي مقدمہ ۽ ڊي فل لاءِ لکيل ٿيسز منجهان مثال ڏيئي پنهنجي مقالي کي طويل ڪرڻ نٿو گهران مگر پنهنجي مقالي جي موضوع جي صداقت خاطر

حامي صاحب جي ڪلام مان چند مثال پيش ڪرڻ ضروري ٿو سمجهان.

اسان مسلمانن جي اها بدقسمتي رهي آهي جو اڪثر ڪري اسلام جي روح پرور نالي تي ٽڳبا رهيا آهيون اهو ڪڏهن به نہ سوچيندا آهيون تہ جيڪو نام نهاد مسلمان اسان جي مصلح هجڻ جي دعويٰ ٿو ڪري سو خود، اسلامي اقدار تي پورو ويساه رکي ٿو يا نہ ؟ سندس عمل مان اسلام جي عظمت جو مظاهرو بہ ٿئي ٿو؟

سڀني عالمن جو چوڻ آهي تہ اسلام جي معنيٰ آهي سلامتي وارو دين انهيءَ لحاظ کان مسلمان معنيٰ ٿيندي امن جو علمبردار ڏسو حامي صاحب انهي ساري فلسفي کي ڪهڙي نہ سنجيدگي سان سمجهائيٰ ٿو

مسلمان منهنجي نظرن ۾ نہ سو انسان ٿيندو آ
هٿن سان يا زبان سان جنهن منجهان نقصان ٿيندو آ

ملان جو ڪردار اسان جي اسلامي معاشري ۾ ڪٿي ڪائو مجنون وارو رهيو آهي اهو ئي سبب آهي جو محتسب، زاهد ۽ ملان تي اسلامي ۽ شعر و ادب ۾ خوب چوهہ چنڊيل آهن خود برصغير جي صوفي بزرگن جي بہ ملان سان اٽيٽت رهي آهي حامي صاحب ملي جي ڪردار کي ڪهڙي نہ سنجيدگيءَ سان نروار ٿو ڪري

مفهوم آيتن جو متائي ريا ڪري
زاهد خدا جي دين کي مشڪل ڪري ڇڏئي.

امتحان يا آزمائش کان گهبرائڻ نااهليءَ جي نشاني آهي تڪليفن يا سختين کان ٿهڻ نامرد جي علامت آهي سون باهہ ۾ پوڻ بعد ئي ڪندن بڻبو آهي انهيءَ معاملي کي حامي صاحب ڪهڙي ريت سنجيدگي سان ڏنو آهي ڏسو:

ڊڃي جيڪو مصيبت کان سو ناهي مرد موليٰ جو
مصيبت ۾ تہ مردن جو پڪو ايمان ٿيندو آ

پاڻ سڃاڻڻ وارو نڪتو قطعي طور سنجيد گيءَ سان سوچڻ وارو مسئلو آهي مينهن ڳڻون کي پچ ڪاري انهيءَ ڪري سڏيندي آهي جو هوءَ پنهنجي ڪارنهن تي نظر نہ ڪري سگهندي آهي "پاڻ نہ پلي ڏوجهان مٿيان ڏيوي" اسان جي سماجي خصوصيت ٿيندي پيءَ وڃي. حامي صاحب انهيءَ سنجيده نڪتي کي هن نموني نروار ڪيو آهي.

نڪتہ چين آهيون مگر ڄاڻون نٿا ڪوئي هنر
آهي دنيا تي نظر پر پاڻ تي ناهي نظر

دنيا ۾ جيڪو هي اٿيٽت وارو ونهنوار هلي رهيو آهي سو صرف پاڻ سڃاڻڻ سبب آهي ساڳي ڳالهہ کي حامي صاحب کهڙي نہ سهڻي دليل سان ورجايو

اڳ ۾ تہ سڃاڻي پاڻ کي ڏس، ڪر پوءِ نصيحت سڀ ڪنهن کي،
جو پاڻ تي قادر ناهي ٿيو، سو ٻين کي ڪندو تسخير ڪٿي.

اقتدار جو تڪبر. حسب و نسب جو غرور، رنگ ۽ نسل جو ڀيد ڀاؤ ذات پات جو ويڇو، امير غريب جو سنڌو ۽ حرص و هوس جو انڌ هي سڀ اوگڻ انساني ڪردار لاءِ هاڃي ڪار آهن حامي صاحب انسان کي پنهنجي عظمت ڏانهن ڌيان ڇڪائيندي ڪهڙي نہ سنجيده تلقين ڪري ٿو

جڳهہ جوڙي جا هر دل ۾ اها گفتار پيدا ڪر.
رسائي جيڪا منزل کي اها رفتار پيدا ڪر.
فقط اهل زمين ڇا عرش وارن کان بلند آهن.
اڙي انسان تون انسان جو ڪردار پيدا ڪر.

سائين حامي صاحب ١٩١٩ع ۾ ڄائو ۽ ١٩٨٢ ۾ اسان کان جدا ٿي ويو سياسي لحاظ کان اوهان ڏسو ته انهيءَ عرصي ۾ دنيا ۾ وڏا انقلاب عظيم جنگيون لڳيون. ايشيا ۽ آفريڪا جا لاتعداد ملڪ آزادي جي نعمت سان مالا مال ٿيا گهڻن ئي جڳهن تي حقيقي آزادي جي متوالن کي غداري جي خطابن سان نوازي بي درديءَ سان چيپاٽيو ويو حامي صاحب هڪ دردمند دل رکندڙ روشن دماغ انسان هو هلو ڀلا انهن وارداتن کان ڪيئن ٿي غافل رهي سگهيو. مان بغير ڪنهن تشريح جي سندس ٻه شعر پڙهان ٿو. اوهان ڏسو ته سائين ڪيترو نه حساس طبيعت جو مالڪ هيو ۽ پنهنجي گردوپيش کي ڪهڙي نه سنجيدگيءَ سان ڏسندو هو آزاديءَ کان اڳ جو سندس هڪ شعر آهي

ڪڏهن اهڙو به ايندو انقلاب آهي زماني ۾
ٻبر شيرن مٿان گيدي گدڙ سلطان ٿيندو آ
۽ آزاديءَ بعد جو سندس هڪ شعر پڙو
آسرو جن تي رکئي حامي انهن تختا ڪديئي
سادگيءَ آخر انهيءَ منزل تي پهچائي ڇڏيئي

حامي صاحب جي عمر جو وڏو حصو شاگردن سان وابسته رهيو حامي صاحب پنهنجي اعليٰ لياقت ۽ سهڻي شفقت سبب شاگردن جي هڪ وڏي حلقي ۾ قابل احترام رهيو بورڊنگ جو سپريڊنٽ رهڻ سبب حامي صاحب شاگردن کي ٻين استادن کان وڌيڪ نزديڪيءَ سان ڏٺو انهيءَ ڪري شاگردن کي نظم و ضبط جي ڏسو ڪهڙي نه سهڻي صلاح ڏي ٿو:

ڪير آهي جو اوهان جي منهن مقابل ٿي سگهي.
مست هاٿي ٻي اوهان آڏو نٿو بيهي سگهي.

مان ٿو چاهيان جوش سان ڪجهہ هوش ۾ شامل ڪيو،
هر ڪمي پوري ڪري ۽ پاڻ کي ڪامل ڪيو.
ڇيڪ ڇڙواڳي کي ڇوڙتا پاڻ آزادي سڏيو،
پنهنجي بربادي کي ويٺا خانہ آبادي سڏيو.
آهي پابندي اصولن جي سچي آزادگي،
ورنہ ڇڙواڳي ۾ وحشين واري آهي زندگي.
بي اصولو ٿي مرڻ کان موت عزت جو،
پلو هي عمل آهي نبيءَ جو ۽ نبيءَ جي آل جو.
خرچ ڪيڏي سان پڙهائين تا اوهان کي والدين
قدر ڪجهہ تن جو ڪيو پنهنجو سڄاڻو فرض عين.

تمام گهڻن دوستن کي خبر هوندي تہ حامي صاحب مزاحيہ شاعري بہ لکي آهي. ماهوار "اديب سنڌ" ۾ حريف حرفت آبادي جي فرضي نالي سان سندس ڪلام شايع ٿيندو هو مان انهيءَ ڪلام منجهان مثال خاطر صرف ٽي شعر اوهان جي آڏو رکان ٿو جنهن مان بہ نهايت آسانيءَ سان اندازو لڳائي سگهجي ٿو تہ حامي صاحب مزاحيہ شعر چوندي بہ سنجيدگيءَ کي هٿان نہ ڇڏيو آهي:

رُنو جوکر جي شاعر کان تہ جهٽ پٽ شعر ٻڌجي پيو
حريف اڄ سخن سنڌيءَ انهيءَ معيار تي پهتو
هڪ ذکر پيو ڪنٽرول ۽ ٽين پگهارن جي ڪمي
هيءَ بہ هڪ اسڪيم آ رشوت وڌائڻ واسطي.
نہ ڪر پين شاعرن وانگر حريفا نانگ مان نوڙي
جو گهرجن ٿيون سچائيءَ جون سيئي وصفون سخنور ۾

مٿين چند مثالن مان بخوبي معلوم ٿي سگهي ٿو ته حامي صاحب نهايت سنجيده شخصيت جو مالڪ هو مقبول ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي صاحب " حامي جي شاعري حامي جي روح جي پڪار آهي ۽ سندس مزاج جي آئيندار " جيئن پاڻ فرمايو اٿائين ته :

مـٿن مـاٺهن اڳـيـان حـامي مـنـو ڳـالهـائـڻـو پوندو،

زبان کــولڻ کـــان اڳ ۾ حـــرف ســـارا تورڻا پوندا.



# ڊاڪٽر حامي ۽ سنڌي غزل

بدر قريشي ڪراچي

موت هڪ اٽل حقيقت آهي، ۽ اهو دنيا جو دستور پئي رهيو آهي ته وقت گذرڻ سان هر مري ويل ماڻهو وسري ويندو آهي. پر ڪجهه ماڻهو اهڙا هوندا آهن جيڪي ڪڏهن به نه وسرندا آهن. هو پنهنجي دور جا اهڃاڻ هوندا آهن. هو پنهنجي دور جي تاريخ جو حصو بڻجي ويندا آهن. ۽ انهن جي ذڪر کانسواءِ ان دور جو ڪو به واقعو بيان ٿي ئي ڪو نه سگهندو آهي.

اهڙوئي هيو مرحوم ڊاڪٽر عطا محمد حامي. خيرپور ميرس جي ڪائي ڳالهه ڪيو اوهان حامي صاحب جي ذڪر کانسواءِ اها ڳالهه مڪمل ڪري ڪونه سگهندا.

ذاتي طرح منهنجو تعلق حامي صاحب سان تمام گهٽ رهيو آهي. فقط ٻه چار ملاقاتون، خيرپور، لاڙڪاڻي ۽ ڪراچيءَ ۾. پر اهي مختصر ملاقاتون ڪيترا نقش ڇڏي ويون آهن دل ۽ دُماغ تي. ان جو ذڪر هنن صفحن ۾ سموئڻ منهنجي وس ڪو نه آهي. مون ته حامي صاحب جون لکيتون پڙهيون آهن. سندس مضمون ۽ سندس شاعري، خاص طرح 'غزل' بنيادي طرح حامي صاحب غزل گو شاعر رهيو آهي ۽ سندس غزل روايتي غزل جي هر ماڻ ۽ ماپ تي پورو. حسن ۽ رنگ ۾ ڀرپور، سليس ۽ روان. حسن ۽ عشق جي ٽڪراءَ مان پيدا ٿيل نازڪ ۽ نفيس خيالن جي عڪسن سان ڀرپور. موضوع ۽ مضمون روايتي غزل وارا يعني عاشقاڻا، ناصحاڻا ۽ صوفياڻا آهن.

زبان مان جيڪڏهن نڪري تہ اهڙي گفتگو نڪري.
نہ مان نڪري نہ تون نڪري فقط نڪري تہ هو نڪري.

جڏهن ڳوڙهن جي صورت ۾ ڳڙي دل جو لهو نڪري.
تڏهن ميدان. الفت ۾ ٿو عاشق سرخرو نڪري.

حامي صاحب ان دور جو شاعر آهي جڏهن. سنڌي غزل تي روايتي فارسي غزل جو رنگ چڙهيل هيو ۽ سنڌي غزل جو پنهنجو رنگ جيڪو گل. حامد ۽ سانگيءَ سنڌي غزل کي ڏنو هيو ڦِڪو ٿي ويو هيو. انڪري حامي صاحب جي غزل تي بہ گهڻو ڪري فارسي غزل جو رنگ نمايان ٿو نظر اچي پر حامي صاحب ان غزل کي غزل جي آخري منزل چوڻ بدران جديد سنڌي غزل يا نيو ڪلاسيڪل (New Classical) غزل جنهنجو بنياد شيخ اياز کان شروع ٿي موجوده دور تائين هلي آيو آهي. تنهنڪان انڪاري ٿيڻ بدران ان کي قبول ڪيو آهي ۽ ڪافي حد تائين ان کي پنهنجي غزل ۾ جاءِ پڻ ڏني آهي.

ستائي وٺ اي ظالم رات تنهنجو زور ٽٽو آ
اڳي پو پيار واري پرهہ کي آخر تہ ڦٽو آ

اجهو ٿيون منهن ڪين مُکڙيون چمن سر سبز ٿي ويندو
بهار آهي اچڻ واري خزان جو دور ڪٽو آ

نظر ميري ڪري جيڪو ڏسي هن ڏيهہ منهنجي ڏي
انهيءَ مردود موذيءَ جو گهٽو ڏئي ساهہ گهٽو آ.

ائين چوڻ بالڪل غلط ڪون ٿيندو تہ حامي صاحب جو غزل جديد ۽ قديم غزل جو سهڻو امتزاج آهي. هن وٽ نازڪ خيالي بہ آهي تہ باريڪ بيني بہ ۽ روايتي رنگ تغزل بہ:

تن تان جـــو ســـر جـــو بار هٽـــايم برو ڪيم
الفت جـــو قـــرض ڪين چـــڪـــايم برو ڪيم
قـــاتـل هيس اڳي ئي غمِ روزگـــار ۾
ويتـــر جـــو درد عـــشق پرايم برو ڪيم
هن هن جي آرزو ۾ ســـڄي عـــمـــر صـــرف ٿي
پنهنجـــو پتـــو بہ ڪين لڳايم برو ڪيم
بيـــوفـــائي ۽ وفـــا جي راهہ ۾ .....
تنهنجـــو ۽ منهنجـــوڪٿي ڪو نهي مـــثـــال
ٻن مـــجـــهـــان شل هڪ دعـــا ٿي مـــســـتـجـاب
يا تہ تنهنجـــو وصل ٿي يا ٿي وصـــال

جيڪي ماڻهو حامي صاحب سان ذاتي طور مليا هوندا تن کي سندن خوش طبعي جي وڏيڪ ڄاڻ هوندي ۽ سندن اها خوش طبعي سندن غزل ۾ پڻ موجود آهي.

ظلم ستم ۾ صبر ڪيون ٿا لطف و ڪرم ۾ شڪر ڪيون ٿا
صـــبـــر ۾ توڙي شـــڪـــر ٻنهي ۾ تنهنجـــو ســـهـــارو ٿـــيندوآ
مهر و وفا ۾ خوش ٿي ڪيون ٿا جورو جفا ۾ خوش ٿي سهون ٿا
هيـــئين بہ گـــذارو ٿـــيندو آ ۽ هونءَ بہ گـــذارو ٿـــيندو آ
نينهن جـــو آهي نازڪ ناتو پيـــر جـــتي وجي حـــاميءَ پاتو
آهہ ڪـــتـل هي ڪـــاتو جنهن ۾ روز خـــســـارو ٿـــيندو آ

پڄاڙيءَ اهو چوڻ ضروري ٿو سمجهان تہ حامي صاحب جي غزل ۾ پنهنجي دور جي ٻين شاعرن مثلا. سرشار، خليل، فيض ۽ امير جي غزل کان جيڪا ڳالهہ مختلف ٿي نظر اچي اها آهي سندس سنڌي ٻولي. مٿين سڀني شاعرن جي غزل ۾ سنڌيءَ سان گڏ فارسي ۽ عربي لفظ تمام گهڻا ٿانظر اچن پر حامي صاحب جي غزل ۾ سواءِ ڪن ٿورن فارسي ۽ عربي لفظن جي ٻولي نج سنڌي ٿي نظر اچي.

جيڪڏهن سنڌ جي ادبي تاريخ لکي وئي تہ اها شايد مرحوم ڊاڪٽر عطا محمد حاميءَ جي (بحيثيت هڪ وڏي اديب ۽ شاعر جي) ذڪر کانسواءِ مڪمل ڪا نہ ٿي سگهندي.



# حامي صاحب جي شاعريءَ ۾ اصطلاحي اشارا

احمد خان مدهوش

اوڻيهين صدي اسانکي ڪيئي عالم، عارف، سالڪ، اديب، شاعر ليکڪ ۽ استاد عطا ڪيا آهن، جن مان هڪ عظيم استاد، بيباڪ شاعر عطا محمد حامي (سوهو) بہ آهي. سندس شمار سنڌ غزل گو شاعرن ۾ ٿئي ٿو.

چوندا آهن تہ شاعر قومن جون تقديرون بدلائي ڇڏيندا آهن انهيءَ ڳالهہ کي جيڪڏهن حامي جي اشارن ۾ ڳولجي يا سندس ڪلام جو غور سان مطالعو ڪجي تہ انهيءَ ڳالهہ ڏانهن مائل رهيو آهي تہ فطرت جي انهن نقشن جن مٿس اثر ڪيو هجي تن جو عڪس پڻ جي دماغ تي وجي، پنهنجا احساس لفظن جي لباس ۾ پهرائي، دلين ۾ جوش جاڳائي حوصلا وڌائي ۽ تسڪين پهچائي سگهي.

عطا محمد حامي بہ هڪ اهڙو ئي فطري شاعر آهي. هن پنهنجي قلم سان سماج جي منهن تان برقو لاهي، "ٻلي کي ٻلو بري کي برو لکيو آهي. سندس شاعري جا صلاحي اشارا اڄ بہ پڙهندڙن جي دلين ذهن جي رهبري ڪري تيئن سڌي واٽ ڏياري رهيا آهن. حامي پاڻ ئي ود فرمائي ٿو تہ "منهنجي شاعري کي ٿورو غور سان پڙهو تہ قلب ظاهر ٿي پوندو ڇو تہ سچي ڳالهہ کي ثابت ڪرڻ لاءِ اشارو ئي ڪافي هوندو آهي. بقول حامي:

هر هڪ لفظ تي غور ڪري ڏس،
هر هڪ لفظ ۾ مطلب آهي،
حامي سڀ ڪجهه سچ ٿو چئي،
پر ڳالهه ڪري ٿو اشارن ۾.

حامي جيترو چرچائي ڀوڳائي هو، اوتروئي سنجيده ۽ تيز فهم، نازڪ مزاج ۽ باريڪ بين به هو. انهيءَ ڪري هن پنهنجي ڪلام ۾، سماج جي ڪوتاهين کي چڱيءَ طرح چٽيو آهي ۽ دوکيباز دنيا جي ڏوتپائي کان خبردار به ڪيو آهي.

خبردار! دنيا جي ڏوتي جي منهن تي،
وڏو آه نقش و نگارن جو دوکو.

نه صرف اهو ٻڌايو اٿس ته دنيا دوکيباز آهي پر هن ڏاهي اهو به ٻڌائي ڇڏيو آهي ته اصل ڏاهپ اها آهي ته انهيءَ دوکيباز سان جوش جذبي ۽ جنون کان سواءِ پهچي نه سگهبو تنهن ڪري منزل ماڻڻ لاءِ خرد منديءَ کي ترڪ ڪرڻ ۽جنون جي رهبري وٺڻ جو ڏس به ڏنو آهي. چوي ٿو:

رسايو جنون نيٺ منزل تي حامي،
خرد ٿي ڏنو رهگزارن جو دوکو.

سندس انهيءَ پيرويءَ ۾ هڪ منهنجو به ڏري گهٽ اهڙوئي شعر آهي. جيڪو سندس تائيد ۾ پيش ڪرڻ ضروري سمجهان ٿو.

جنون، منزل تي پهچائي ڇڏي ٿو،
خرد پهتل کي موٽائي ڇڏي ٿو.

اسانجي سرتاج الشعراء شاهه عبداللطيف پڻ اهڙي ڳالهه ڪئي آهي.

الا ڏاهي مَ ٿيان، ڏاهيون ڏک ڏسن،
مون سين مون پرين، پورائي ۾ پال ڪيا.

هن لطيف جي پيروڪار رڳو پاڻ کي فڪر لطيف تائين محدود نہ رکيو آهي بلڪ اسان سيني کي بہ لطيفي پنڌ پيچري جي آگاهي سان گڏ اشارتن آماده ڪيو آهي. چوي ٿو تہ پائرو!

سنواريا جنهن جاگيسو شانده فڪر لطيف آهين
اها دوشيزه فطرت اٿو، سنڌي زبان پنهنجي.

هن سنڌي زبان جي درويش صفت شاعر، انسانيت جي علمبردار جڏهن ڏٺو تہ اڄوڪو انسان ڪرندو، ٿڙندو، ٿاپڙندو، اوجهڙ ڏي ڏوڪيندو ٿو وڃي تڏهن، حالات جو هن ريت نقشو چٽيو.

فتنو فساد جنگ و جدال آهي جابجا،
ڪيڏو بشر جي خون کي ارزان ڏسان ٿو اڄ
جن جي وڏن جو ڪالهہ هو قرآن تي عمل
شيطان جا پونلڳ سي مسلمان ڏسان ٿو اڄ
انسان ڪان ڊڄن ٿا، خدا ڪان نٿا ڊڄن
حامي، عجيب قسم جا انسان ڏسان ٿو اڄ.

هيءَ حساس شاعر ڏسي ٿو ته، مسلمان جڏهن خدا جي راهه ڇڏي ڏني آهي هتي نام نهاد مسلمان جي هٿن واري تفنگ ۽ زبان واري تلوار کان خود مسلمان قتل ٿيڻ لڳو آهي، ڀائرن جون دليون ڀائرن کان ڏکوئجي رهيون آهن. تڏهن پاڻ کي به انهن ۾ شامل ڪري، افسوس جا ڳوڙها هيئن ڳاڙي ٿو ته اشرف المخلوقات جي حالت ڏسو، پاءُ پنهنجي پاءُ کان بيزار آهي.

هٿن توڙي زبان سان رنج پهچايون ٿا هر ڪنهن کي
مسلماني بچائي آهي، نالي ۾ اسان پنهنجي

اهڙي حال تي روئيندي، چوي ٿو ته پائرو!

ڳوڙها وهن ٿا جيڪي، سوپاٽي نه ڇاٽجو،
دل ۽ جگر جو خون ٿو نڪري ڪڙهي ڪڙهي.

شاعر ويچارو ڏاڍو حساس ٿئي ٿو. امن و امان جي صورت غير مطمئن ڏسي ٿو يا سندس دانهون ڪونڪون ڪوئي نٿو ٻڌي مجبورن هيئن به اظهار ڪري ٿو حامي جي همعصر شاعر استاد بخاري چيو ته:

هڪ شخص هڪڙي شهر ۾ دانهون گهٽيون ڪيون،
بي درد لوڪ بند ڪٽي در دريون ڪيون.

۽ دادن فقير ساڳئي دور جي شاعر، ظلم کي حد کان ٽپندو ڏٺو ته اهڙي انڌي دنيا کان نفرت ڪري چوڻ لڳو ته:

دنيا جو سمجهي رستو اوبڙو، ڇڏي ڏنم،
عزت بچائي بس متو ميڙو ڇڏي ڏنم.

اهڙي نموني حامي به پاڻ کي سمجهائي ٿو ته اي حامي!

فتنو ڏسين فضا ۾ ته گوشو ڪري گذار،
ڪنهن کي نه ڏي سلام، نه ڪنهن جو سلام وٺ.
اهڙي جاءِ تي الغياث جا ڪلمات به پڙهي ٿو ته:
جنهن کي ٿا سمجهون، اڳتي هلي رهبري ڪندو،
رهزن ٿئي ٿو سوئي، ربا ڪار الغياث،
ٻي ڪربلا جي فڪر ۾ آهه يزيد وقت،
پاڻي تي ٿئي ٿو، قبضه ڪفار الغياث.

حامي نيٺ حامي آهي. حق جي حمايت مان هٿ ڪيئن ڪڍي؟ هيءَ انسانيت جي اصلاح ڪندڙ انسان، بيباڪ ٿي چوڻ لڳي ٿو ته اي انسان تون پاڻ سڃاڻ، تون ڪيڏي نه وڏي هستي آهين، اُٿ بيدار ٿي پاڻ ۾ پرواز جي رفتار پيدا ڪر. حامي صاحب جو اهو اصلاحي اشارو ساهه ۾ ساڻيڻ جهڙو آهي: پڙو/ پڙهو

فقط اهل زمين ڇا، عرش وارن کان بلند آهين
اڙي انسان تون انسان جو ڪردار پيدا ڪر
جڳهه جوڙي جا هر دل ۾ اها گفتار پيدا ڪر
رسائي جيڪا منزل تي اها رفتار پيدا ڪر
حامي اڳتي پختگيءَ سان پلوان ٿي ٻوليو ته:
ملي مطلوب ويندو ۽ سيئي مطلب جڙي پوندا
خون طلب ۾ پختگي اي طالب ديدار پيدا ڪر.

مٿئين اصلاحي اشاري ۾ اسانکي ٻئي منزلون ملن ٿيون اگر ڪوئي

قومي درد رکندڙ آهي اهو مقصد بہ ماٺي سگهجي ٿو. رب جي ذات جو قرب ۽ ديدار هر بندي جي اصل منزل ۽ حقيقي طلب آهي ڇو تہ هيءَ ماڳ مکان فنا ۽ عارضي حيثيت رکن ٿا. انهيءَ کري اصليت ماڻڻ جو مطلب درشن الاهي بہ ماڻي سگهجي ٿو. ۽ هن دنيا جي بي ثباتي جو مثال بہ حامي جي شاعري ۾ موجود آهي، سندس مشهور غزل آهي:

نہ کر ناز ايڏو جـــوانيءَ تي جــــاني،
هي کاغـــذ جي ٻيـــڙي اجـــهـــا ٿي رواني،
هي پاڇـــو جـــو پاسي ۾ توســـان هلي ٿـــو
کري ٿي انهيءَ جـــو بہ دل بدگـــمـــاني.

سنڌ جو هي عظيم شاعر کلمک انسان، وقت جو رهبر، انسانيت جو علمبردار، هيرن موتين کان وڌيک قيمتي اصلاحي اشارا پنهنجي سنڌي قوم جي جهوليءَ ۾ اڇلايون، هن عارضي دنيا جو سفر پورو کري نيٺ پنهنجي ماڳ تي وڃي رسيو.

تون مـــســـافـــر آهيم اي حـــامي!
کيـــتـــرو رهندين، لڳائي آســـتـــانو باغ ۾.

*****

# جيئڻ ڏنو مون استاد حامي کي

لعل بخش منگي

ڪائنات جي تخليق کان هاڻي تائين ڌرتيءَ تي اڻ ڳڻيا انسان ايندا ۽ ويندا رهيا آهن مگر قدرت جو نظام اهڙو تہ رکيل آهي جو خوني رشتن جي باوجود بہ ڪير ڪنهن کي ياد رکي نہ سگهيو آهي سواءِ پنهنجي خاندان جي پٽن پيڙهين جي باقي سڀ رشتا ناتا ٻلجيو وڃن ٿا. نئون نسل تہ وقت جي ڦرندڙ ڦيٿي کي چنبڙي اڳتي ڌڪي رهيو آهي. مگر هن سنسار ۾ ڪي ڪي ماڻهو پنهنجي بهتر عملن جي ڪري موت آئي بہ مرن ڪونہ ٿا. جن کي نسل در نسل ماڻهو ياد ڪندا اچن ٿا. اهڙن نہ وسرندڙ ماڻهن مان استاد حامي بہ هڪ آهي.

وڏيري قائم خان جي گهر جڏهن حامي صاحب پنهنجي امڙ جي جهولي ۾ آيو هو تڏهن نہ رڳو سوهو برادريءَ ۾ خوشيون ٿيون هيون. پر ٻري ٻري وارن ڳوٺن جي ماڻهن گيت ڳائي. مٺايون ورهائي خوشيون ڪيون هيون. هن مان ثابت ٿئي ٿو تہ قائم خان سوهو ڪي ڪو معمولي ٻار نہ ڄائو هو. پر هو حامي هو غريب. ٻورهيت ۽ هاري ناريءَ جي مدد ڪرڻ وارو ماڻهو هو. حامي صاحب جي 63 سالہ زندگي مان ثابت ٿيو آهي تہ واقعي هن جي حياتي غريب ۽ مسڪين ماڻهوءَ جي خدمت ۾ گذري آهي. هونءَ تہ واقعي انسان گهڻي ياگي خوشامند پسند ٿئي ٿو مگر استاد حامي چاپلوسي. زبان دراز. خوشامند ڪرڻ وارن ماڻهن کان سئو ڪوهہ ٻري ڀڄندو هو ۽ هو چوندو هو تہ الله ڪري اهڙا ماڻهو منهن نہ لڳن. ساڳي طرح ڪوڙ ڳالهائڻ وارن ماڻهن کان بہ گهڻي نفرت ڪندا هئا. صوم صلات جا پابند انسان هئا. لوڪان لڪي خدا جي عبادت ڪندا هئا ۽ صبح جو روزانو ماڻهن سٽي قرآن پاڪ جي تلاوت ڪندا هئا.

ڪچهريءَ ۾ ويٺي ڪنهن فقير خيرات جي اچي صدا هڻي ته ڪچهريءَ مان اٿي پاسيرو ٿي وڃي فقير کي خيرات ڏيندا هئا. اهي اهڙا عمل آهن جيڪي هر ڪنهن ماڻهو ۾ نه ٿا ٿي سگهن. پوري حياتي سادن ڪپڙن ۾ گذاريائون ۽ مسڪرائيندڙ منهن سان ڌرتيءَ جي ماڻهن سان وڏي پيار ۽ محبت سان پيش ايندا رهيا.

استاد حامي زندگيءَ جي هڪ حصي ۾ سياست به ڪئي رياست خيرپور جي حڪومت ايم ايل اي جي چونڊ وڙهي سند ۾ مدي مقابل ان وقت جي ڪليڪٽر جو پٽ هو مگر رياست جي غريب ماڻهن حڪمران ٽولي کي ٽڪرائي حامي صاحب کي ڀاري اڪثريت سان ڪامياب ڪيو حامي صاحب اسيمبليءَ ۾ حڪومت مخالف بينچن تي ويهي غريب ماڻهن جي حقن لاءِ آواز اٿاريندو رهيو ان آواز کي خاموش ڪرائڻ لاءِ سرڪار جي ڪيترن ئي پالتو ماڻهن ڪوڙساريون لالچون ڪٽي هن سچي ۽ کري انسان جي نيت خريدڻ لاءِ وٺس ايندا رهيا. مگر هن فقير صفت ماڻهو کي ته ڪڏهن جاگيردار، وڏن محلن ماڙين ۽ وڏين گاڏين وارو وڏو ماڻهو ٿيڻو ڪونه هو ان ڪري سرڪاري دلال هر ڀيري خالي موٽندا رهيا. استاد حامي صاحب پنهنجي وڏ ماڻهائپ هميشه غريب ۽ مسڪين ماڻهوءَ جي مدد ڪرڻ ۾ سمجهندا هئا.

سائين حامي سادگيءَ سان زندگي گذارڻ کي ۽ ٻئي انسان جي ڪم اچڻ واري زندگي کي حقيقي زندگي سڏيندا هئا اهو ئي سبب هو جو هن ڪيترن ئي غريب شاگردن کي پڙهائي جو خرچ ڏيندا ۽ ڪيترن ئي نادار ۽ حاجتمند ماڻهن جي حاجت پوري ڪرڻ لاءِ ماهوار پگهار ڏيندا هئا. هن سچي عمل جي خبر ويجهڙي کان ويجهڙي عزيز ۽ گهاٽي کان گهاٽي دوست کي نه ڏيندا هئا. جڏهن هن جهان مان لاڏاڻو ڪري ويا تڏهن انهن سڀني ماڻهن هنجون هاريندي ٻڌايو ته حامي اسان لاءِ ڇپر ڇانو هو ۽ هميشه اسان کي مشڪل جي وقت ۾ ڪم ايندو

هو.

استاد حامي الله لوڪ ۽ سڀاجهڙو انسان ضرور هو پر سندس ياري دوستيءَ جو دائرو تمام وسيع هو. غريب هاري ناري، اديب دانشور ڪان وٺي سنڌ جي صفحي اول جي ماڻهن سان سندس گهرا مراسم هئا جن ۾ پير صاحب پاڳارو، مخدوم طالب المولي، روهڙيءَ جو موسوي خاندان، بڪار جاگير جا مالڪ جتوئي خاندان، کهڙن جو خاندان، پير آف راڻيپور، پير آف گمبٽ جا خاندان، کهڙن جا مخدوم خاندان، ٽالپر خاندان، درگاهه شاهه عنايت جهوڪ شريف، درگاهه سچل سائين، درگاهه قلندر شهباز، درگاهه شاهه عبداللطيف ڀٽائي، درگاهه نصير فقير جلالاڻي، درگاهه خوش خير محمد هيسباڻي، جو پوئرن سان برادري تعلقات رهيا سنڌ جا ڪامورا حامي صاحب جي شخصيت جو وڏو احترام ۽ ادب ڪندا هئا.

پير صاحب پاڳاري جن ته پنهنجي سر سائين ڪي هاسٽل تان ڪٽي ويندا هئا ۽ ڪچهريون ڪري وري پاڻ ئي ڪيس واپس ڇڏي ويندا هئا. هونءَ ته ڪيترا ڀيرا ڪين رسمي طور تي چوندا هئا حامي مونکي ماني ڪاراءِ، مگر حامي صاحب لنوائي ويندو هو پر هڪ ڏينهن اهڙو به آيو، جو ڪجهه دوستن جي سامهون پير صاحب چيو يار اوهان سڀ انصاف ڪيو مون وٽ سوين ماڻهن جون دعوتون موجود آهن، پر انهن ڏي نٿو وڃان ۽ هي حامي آهي جو منهنجي بار بار چوڻ ڪان پوءِ به مونکي ماني نٿو ڪارائي، هن تي وڏو ٺهڪڙو ٿيو ۽ ان ڪان پوءِ حامي صاحب پير صاحب کي ڏينهن ۽ وقت ڏنو، ٻه ٻجه منجهند جو ڳوٺ سوهو ڪناسرن ۾ ماني جو بندوبست ڪيو ويو. ان ڏينهن اتفاق اهڙو ٿيو جو حامي جي پراڻي موٽر سائيڪل خراب ٿي پئي. باوجود مستريءَ جي ڪوشش جي به هڪ ٻجه تائين ٺهي نه سگهي ۽ حامي صاحب ٽڙ تڪڙ ۾ باءِ سائيڪل تي علي ڏني سوهوءَ سان ڳوٺ لاءِ روانو ٿيو رستي تي پويان پير صاحب اچي پهتس

گاڏي روڪي ڪيس چيائين واھ يار واھ منهنجي ماني ڪري پاڻ وتين ٿو گھمندو ؟ نہ قبلا نائيم اجان نہ ٿيو آهي مان بہ ڳوٺ ٿو هلان ماني تيار هوندي، پير صاحب ڪلي ڏنو ۽ ڪيس پنهنجي گاڏي ۾ ويهاري ڳوٺ سوهو ڪناسرا اچي پهتا اسان اتي مڪمل بندوبست ڪري ڇڏيو هو ڪچهري لاءِ حال ۾ قالين لڳائي ڇڏيو هو. جتي ماني بہ واپرائيون. اجوڪي ڪچهريءَ جو خاص موضوع مذهب تي ٽيڪا ٽپڻي ٿيندي رهي. پير صاحب جي قداور شخصيت اڳيان بہ حامي صاحب علم ادب جو سمنڊ لڳي رهيو هو. پن ادائي ڪلاڪن جي ڪچهريءَ ڪان پوءِ پير صاحب حامي کي بہ ساڻ ورتيون ويو.

اهڙي طرح مخدوم طالب المولي سان بہ وقت بہ وقت قرب جون ڪچهريون ٿينديون رهنديون هيون جنهن ۾ ادبي رهاڻ سان گڏ موسيقي جي غزا بہ استعمال ٿيندي رهندي هئي ڪڏهن حامي صاحب هالا هليو ويندو هو تہ ڪڏهن مخدوم صاحب جن خيرپور هليا ايندا هئا اهڙيون ڪچهريون گاهي گاهي پيون ٿينديون هيون. حياتي جي آخري پهر ۾ حامي صاحب جڏهن زير علاج هئا تڏهن اتفاق سان مخدوم صاحب جن پاڻ بہ بيمار هئا تاهم اتان بہ ٻہ چار خط جناح هاسپيٽل موڪلي روبرو نہ اچڻ جي معذرت گهري هئي ۽ سائينءَ جي جلد صحتياب ٿيڻ جون دعائون لکي موڪليون هيون. ناظرين لاءِ انهن مان هڪ خط جو عڪس جيڪو عرض رکان ٿو جنهن مان پڙهندڙ اهو اندازو لڳائي سگهندا تہ حاميءَ جي قدر و قيمت مخدوم صاحب وٽ ڪيتري آهي.

اسپتال جي ڳالهہ نڪتي آهي تہ جناح اسپتال ۾ حياتيءَ جا گهاريل آخري ڏينهن حاميءَ جا ڪيئن گذريا انهن سڀني ڏينهن ۾ مان کي سائين جي خدمت جو موقعو مليو سچ پچ اهڙن ماڻهن جي سيوا کي مان عبادت کان گهٽ نہ ٿو سمجهان.

تدريسي عمل سان گڏوگڏ سائين جي سوشل لائيف بہ عام ماڻهوءَ جي

ڏک ۽ تڪليف ۾ شراڪت ۾ گذرندي هئي اسپتال ۾ سندس مٽ مائٽ به واري واري سان سائين جي خدمت ڪندا هئا مگر مونکي ڏينهن رات پاڻ وٽ گهارڻ جو حڪم ڏئي ڇڏيو هئائون جڏهن سائينءَ کي ڊاڪٽرن آپريشن ڪرائڻ جو چيو هو تڏهن سائين جواب ڏنو هو تہ مان آپريشن ڪرائيندس مگر ٻن ڏينهن کان پوءِ ٻهريون ڳوٺ ويندس، امڙ جي پيرين پوندس، آپريشن جي اجازت گهرندس ان سان گڏ دعا ڪرڻ جي گذارش ڪندس ۽ پوءِ موٽي اچي آپريشن ڪرائيندس. اهي بہ ٽي ڏينهن بيڊ منهنجي نالي تي ٿي رهندو. جنهن تي هي منهنجو ڇورو لالڻ منگي سمهندو ۽ واقعي مان ائين ڪيو ۽ استاد حامي ٻن ڏينهن کان پوءِ ڳوٺ کان ڪراچي پهچي ويو.

جيئن تہ استاد حامي جي ڳوٺ وڃڻ لاءِ بڪنگ سکر ايڪسپريس گاڏي ۾ ڪرائي وئي هئي مگر انهن جي روانگي ٽائيم کان هڪ ڪلاڪ اڳ ۾ اسان استاد حامي کي ڪينٽ اسٽيسن تي وٺي وياسون اسٽيشن تي هڪ ڪلاڪ اڳ ۾ ان ڪري وياسون جو مان سيد قائم علي شاهہ کي اتي اچي حامي صاحب سان ملڻ جو پروگرام رٿيو هو اهو ان ڪري جو سيد قائم علي شاهہ روپوشيءَ جي زندگي گذاري رهيو هو. جناح اسپتال ۾ اچي حامي صاحب جي خيريت دريافت نہ ڪري پئي سگهيو. استاد حامي جي سيد قائم علي شاهہ ۽ ان جي خاندان سان وڏي محبت هئي انهن جي خوشيءَ ۾ پاڻ گهڻو خوش ٿيندا هئا ۽ انهن کي تڪليف ۾ ڏسي تمام گهڻو پريشان ٿي ويندا هئا. جڏهن آمر ايوب جي دور ۾ بي ڊي ميمبرن اسيمبليءَ جي ميمبرن کي ووٽ رستي پئي چونڊيو تڏهن ملڪ جي وڏن ماڻهن سان گڏ سيد قائم علي شاهہ بہ چونڊ وڙهڻ لاءِ جو ووٽ حامي صاحب قائم علي شاهہ کي ڏيڻ جو اقرا ڪري ڇڏيو هو مگر اچانڪ قائم خان سوهو جو ووٽ وٺڻ لاءِ پير صاحب پاڳارو حامي صاحب جي ڳوٺ سوهو ڪناسرا ۾ اچي نڪتو ۽ حامي صاحب کان پنهنجي پاءُ نادر شاهہ لاءِ

ووٽ گهريو. مگر حامي صاحب اهو چئي پير صاحب کي ووٽ ڏيڻ جو انڪار ڪيو ته قبلا سائين اهو ووٽ ته مان پنهنجي محبوب قائمڻ سائين کي ڏئي ڇڏيو آهي. پير صاحب حامي صاحب کي چيو ته باقي مان تنهنجو ڇا آهيان؟ قبلا سائين تون ته لکين ماڻهن جو محبوب آهين. مگر قائمڻ سائين ته اڪيلو حاميءَ جو محبوب آهي. اهو به ڪيس ووٽ نه ڏئي ته زمانو هن کي ڇا چوندو ۽ مونکي زبان جو ڪوڙو سڏيندو. هن جواب تي پير صاحب کلندي حامي کي ڀاڪر پاتو ۽ پوءِ موڪلائي هليا ويا. اهڙا ڪيڪ سخن ۽ بهادر ماڻهو هن ڌرتيءَ تي آڱرين تي ڳڻڻ جيترا يا ائين ڪٿي چوان ته اڻ لڀ ٿين ٿا.

اسٽيشن تي ٿورو پاسيرو ويهي پنهي دوستن ڏکهي ملاقات ڪري خوب ڪچهري ڪئي جڏهن گاڏي رواني ٿيڻ وارو وسل وڄايو تڏهن پنهي ڄڻن ڀاڪر پائي هڪ ٻئي کان موڪلايو. ان وقت پنهي جا چهرا داس لڳي رهيا هئا. ڄڻ ته هي ملاقات انهن جي آخري هئي. واقعي موت هن ملاقات کي آخري ملاقات بڻائي ڇڏيو.

هن بهادر انسان جي دل جگر جي کهڙي ڳالهه ڪجي جڏهن ته کيس پلي‌ءَ پت چاڻ هئي ته مون کي جان ليوا ڪينسر جو مرض آهي مگر هي ماڻهو سوين خيريت پڇڻ لاءِ آيل ماڻهن سان مسڪرائيندا منهن سان ڪچهريون ڪندي ڏينهن رات سولڙائي سان گذاري ڇڏيندا رهيا. جناح اسپتال جا ڊاڪٽر يا ٻي انتظاميه حامي صاحب وٽ ماڻهن جي ايڏي انگ کي ايندو ويندو ڏسي ڏندين آڱريون ڏيندا هئا. جڏهن حامي صاحب جو آپريشن ٿيو ان وقت رت جي ضرورت پئي ته ڏسندي ڏسندي جناح ۾ پڙهندڙ شاگردن جو وڏو انگ جمع ٿي ويو ۽ هر شاگرد اڳيان اچڻ جي ڪري رت ڏيڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هو. اهڙو حال ڏسي اتان جو اسٽاف تعجب کائيندي آخر ليٽ اسان کان پڇيو ته هي سادڙو ڊاڪٽر کهڙي مٽيءَ جو ٺهيل آهي جنهن جو هر مڪتب فڪر جو ماڻهو

ايڏي عزت ۽ احترام ڪري ٿو. ڪالهہ ملڪ جي وفاقي وزير الاهي بخش سومرو سندس خيريت پڇڻ لاءِ هاسپيٽل ۾ آيو هئي اهو بہ وڏي ادب ۽ احترام سان سندس اڳيان اچي هٿ ٻڌي دير سان خيريت پڇڻ جي معافي گهري، ۽ بعد ۾ ڪافي ٽائيم تائين ڪچهري ڪئي. موڪلائڻ وقت جناح اسپتال جي ڊائريڪٽر ڊاڪٽر عطا محمد منگي کي ڪمري کان ٻاهر سڏي چيو هيائين تہ حامي صاحب جي بيماريءَ تي اچ تائين ٿيل خرچ جو حساب ڪري مون ڏي گهر موڪلي ڏي تہ جيئن مان اسپتال کي چيڪ موڪلي ڏيان.

ٻين ڪامورن ۽ معززن کان علاوه سنڌ جو چيف منسٽر سيد غوث علي شاهہ بہ وڏي پروٽوڪول سان جناح اسپتال آيو ۽ ڪجھ وقت تائين ڊاڪٽر عطا محمد حامي سان ڳالهيون ٻوليون ڪري هليو ويو پئي ڏينهن صبح جو سڀني اخبارن ۾ خبرون ڇپيون هيون تہ سنڌ جي اديب، دانشور، محقق عطا محمد حاميءَ جي بيماريءَ جو سمورو خرچ سنڌ حڪومت برداشت ڪندي، (مگر اهي ڳالهيون اخبارن تائين محدود رهيون).

پهرين آپريشن وارو ڦٽ تيزيءَ سان ڇٽي رهيو هو ۽ صحت روز بروز سڌري رهي هئي، هڪ ڏينهن حامي صاحب مونکي سڏ ڪري پرسان ويهاري چيائون بابا لالڻ منهنجي صحت ڪافي ٺيڪ ٿي رهي آهي، مان فيصلو ڪيو آهي تہ هاڻي جيڪر ڳوٺ هلجي. امڙ ۽ ٻين مٽن مائٽن جي سڪ بہ ڏاڍي لڳي آهي. ڳوٺ وارن ڳالهہ ڪئي تہ نئي اوطاق بہ مڪمل ٿي آهي. دل ٿي چوي تہ ان ۾ ويهي يار دوست ۽ راڄ ڀاڳ سان ويهي ڪچهريون ڪجن. تنهنجي ڇا صلاح آهي؟ منهنجون اکيون ڀائيءَ سان پرجي ويون. ڳري آواز سان چيم ها سائين فيصلو تمام ڀلو آهي. ڳوٺ جي مائٽن کي وڏو انتظار آهي تہ خداوند ڪريم اوهان کي جلد خوش ڪري تہ جيئن اوهان ڳوٺ اچو رب سائين صحت ۾ بهتري آندي آهي تہ ڳوٺ هلڻ ۾ دير نہ ڪجي. ڇڪو پٽ ڊاڪٽر سرجن جيئن رائونڊ

تي اچي تہ تون ان کان موکل گھر تہ شام جو ئي روانا ٿيون. بس سائين چڻ ذهني طور تي ڳوٺ هلڻ لاءِ تيار ٿيو ويٺو هو تہ سرجن جي اچڻ کان اڳ ۾ ڊاڪٽر سليمان شيخ ۽ ڊاڪٽر اقبال ترين سائين جي ڪمري ۾ داخل ٿي سائين جي خيريت پڇڻ لڳا ۽ پيٽ تان چولو پري ڪري پراڻي ڦٽ کي هٿ ڦيري ڏسندا رهيا. ۽ سائين خوشگوار موڊ ۾ چوندو رهيو بابا ڦٽ ڇٽي ويو آهي مان هاڻي ڪافي بهتر آهيان. مگر ڊاڪٽرن ڪيس چيو تہ سائين اسان ٻئي اوهان جي سرجن سان ڪافي دير تائين ڊسڪس ڪري پوءِ اوهان وٽ آيا آهيون اوهان جو سرجن چوي ٿو تہ حامي صاحب جو ٻيو آپريشن ٿيندو ان اوچتي خبر سائين کي خاموش ڪري ڇڏيو مگر مان ڊاڪٽر صاحبان کي چيو تہ سائين نہ اسان ٻيو آپريشن نہ ڪرائينداسين بلڪہ اڄ موڪل وٺي اسان شام جو ڳوٺ هلياوينداسين. منهنجي انهن سخت جملن تي ڊاڪٽر خاموش ٿي ويا مگر حامي صاحب مونکي چيو لالڻ پٽ هي ٻئي ظالم منهنجا ايترا تہ پيارا آهن جو هي تہ رڳو ٻئي آپريشن ڪرائڻ جو ٿا چون پر جي اڄ هي زهر جو پيالو پري ڪٽي اچن ها ۽ مونکي پيئڻ لاءِ چون ها تہ مان نهہ نہ ڪيان هان ۽ پي وڃان هان! بس بابا جي توهان ٻئي منهنجي ٻئي آپريشن ڪرائڻ ۾ خوش آهيو تہ مان ضرور ڪرائيندس. مگر ٻيو آپريشن ڪڏهن ٿيندو؟ ڊاڪٽر سليمان شيخ چيو ڪوشش ڪيون ٿا تہ سڀاڻي ئي ٿئي. پر جي نہ تہ ٻئي ڏينهن صبح جو نائين لڳي ڌاران انشاءَ الله ٿي ويندو.

ڊاڪٽرن جي وڃڻ کان پوءِ مونکي سڏي چيائون ڳوٺ فون ڪري ياءِ درمحمد کي گهرائي وٺ. مگر ٻئي آپريشن جو ڪنهن کي نہ ٻڌائيجانءِ. ها سائين چئي مان هيٺ لهي وڃي پي سي او تان فون ڪري دُر محمد کي اچڻ جو چيو.

جون جي پهرين تاريخ صبح جو 9 وڳي سائين کي آپريشن لاءِ کڻي ويا ۽ منجهند جو 2 وڳي بيهوشيءَ جي حالت ۾ واپس وارڊ ۾ کڻي آيا. اتي سڀ

موجود مت مائٽ يار دوست پريشان ٿي وياسون ۽ پاڻ ۾ پڇ پڇ ڪري چئي رهيا هياسون هي مرض موذي آهي ختم ٿيڻو ڪونهي ۽ چار ڏينهن باقي حياتي وارا جيڪر پنهنجي ڳوٺ هلي ها ته ڏاڍو سٺو مگر محبت وارن ماڻهن کي جواب ڏيڻ هن سخيءَ جي ڪتاب ۾ لکيل ئي ڪونهي. ٻئي ڏينهن منجهند تائين ڪافي دوست يار ايندا رهيا. مگر حامي صاحب نيم بيهوشيءَ ۾ هو. ڪنهن سان به ڳالهائي ڪونه سگهيا. علي احمد بروهي سواءِ آپريشن واري ڏينهن جي باقي بغير ناغي جي روزانو ڪلاڪن جا ڪلاڪ سائين سان اچي ڪچهريون ڪندا هئا. ڪالهه ڪنهن ادبي ڪچهري ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ پٺائي جي نگريءَ ۾ ويل هئا اڄ جڏهن اسپتال ۾ آيا ته حامي صاحب بيهوش هو جنهن تي هو اوچنگارون ڏئي روئڻ لڳو ۽ پاڻ کي گهٽ وڌ ڳالهائڻ لڳو هو ته مان ميٽنگ تي چو ويس. هتي يار مونسان ڪاوڙجي ويو آهي مون سان ڳالهائي ڪونه ٿو اڙي يار حامي مون سان پرچ مان توبهه ڪئي توکي ڇڏي هاڻي ڪيڏانهن به نه ويندس. اسپتال جي ڪاري ڊور ۾ هيٺ پلٽي ماري ڪلاڪن تائين روئيندو رهيو ۽ حامي سان پنهنجي منهن ڳالهائيندو رهيو.

3 جون تي صبح جو 9 لڳي روح جو پکي اڏامي ويو ۽ حامي جو خالي جسم اسان جي ٻانهن ۾ هيو. سڀ کان پهريون افسوس ناڪ خبر مون علي احمد بروهي کي ڏني جنهن چيو هائو اسان کي آخر ڇڏي هليو ويو ائين چئي فون بند ڪري ڇڏيو ۽ ٿوري دير کان پوءِ اسپتال پهچي ويو هن وچ ۾ مان ڳوٺ سڏ ڏئي ڇڏي ۽ 2 بجه ڏاران رواني ٿيڻ جو به پروگرام ڏئي ڇڏيو. سج لهڻ کان ٿورو اڳ ۾ ڳوٺ پهتاسين جتي هزارين ماڻهن هن درويش جي آخري ديدار لاءِ موجود هئا. هزارين آلين اکين سان سائين جي مڙهه کي دفنائي الله جي حوالي ڪيو ويو. اڄ اوهان ۽ اسان سندس آخري آرام گاهه تي گڏ ٿي ڪيس خراج عقيدت پيش ڪري رهيا آهيون. سچ پچ اهڙن ماڻهن کي ياد رکڻ سان قومون

زنده دليءِ جو ثبوت ڏين ٿيون. اهڙي عمل سان اسان جي نئين نسل کي روشن مستقبل جي واٽ ملي ٿي هن پنهنجي پويان نہ بئنڪ بيلنس ڇڏيو نڪي ڪا وڏي جائيداد ڇڏي بلڪہ هن عام ماڻهوءَ جي فائدي لاءِ حامي هاءِ اسڪول، گرلس مڊل اسڪول. گرلس پرائمري ۽ بوائز پرائمري اسڪول. واٽر سپلاءِ ۽ ڊرينج اسڪيم ۽ ڪافي روڊ رستا ماڻهن وٽ ڇڏي ويا ۽ حامي لائيبريري سان گڏ وڏو صحت مرڪز پويان ڇڏي ويا. جنهن مان ايندڙ نسل فيضياب ٿيندو رهندو.



# نقش بڻجي يار حامي دل مٿان چٽجي ويو

ميمڻ غلام مصطفيٰ مشتاق

دل نٿي چوي تہ استاد حامي کي مرحوم لکان يا چوان. ائين ٿو لڳي تہ اجهوڪي اجهو ڪنهن پاسي کان مرڪندي نمودار ٿيندو ۽ چوندو. "ظالم! جيڪڏهن مونکي بہ ماري وينا آهيو تہ پوءِ اوهان وٽ زنده باقي ڪير آهي؟". ڪجهہ سال اڳ هتي ئي هن ئي شهر ۾ لطيف سائينءَ جي ورسيءَ تي آيو هو پروگرام ۾ اچان دير هئي مان چيو مانس "حامي صاحب! هلو تہ اوهانکي ٻاهر روڊ واري هوٽل تي چانهہ پيئاريان". مرڪندي چيو هئائين، "ظالم! تنهنجي چانهہ کان انڪار ڪري ڪو پاڻ پٽائڻو آهي؟". ٻاهر روڊ تي هڪ ننڍڙي هوٽل جي ٻئنچن تي وڃي ويٺاسين ان وقت اجان ٻاهريان ونگ وارا هوٽل ڪونہ کليا هئا. هوٽل تي محفل مچي وئي استاد حامي هو ۽ ٽهڪڙا هئا ڪجهہ اهڙيون ڳالهيون بہ ٿيون جيڪي دهرائڻ جي وقت جون حالتون اجازت نٿيون ڏين.

استاد حاميءَ سان منهنجيون ڪچهريون تمام گهٽ ٿيون، سو بہ اوچتو پر جڏهن بہ ملندو هو تہ اهو احساس ڪونہ ٿيندو هو تہ اسان ڪي گهٽ ملندڙ آهيون. اهائي بي تڪلفي اچي ويندي هئي، جيڪا ويجهن ۽ گهاٽن دوستن ۾ هوندي آهي. هڪ ڀيري محترم ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي صاحب سان ڊگري ڪاليج سکر واري، سندس دفتر ۾ ويٺو هيس تہ اوچتو حامي صاحب ڇِڪَ هڻائي اندر داخل ٿيو. استاد کي ڏسي اسانجي منهن تي مرڪ اچي وئي. ڊاڪٽر صاحب کي اڪثر ڊاڪٽر ۽ پاڻ کي ماستر سڏيندو هو. ادا سلام ڪري اچي ويٺو ويٺي ويٺي چوڻ لڳو تہ. "ڊاڪدر! مان هڪڙي ڪوجنا ڪئي آه". ڊاڪٽر

صاحب مسڪرائيندي پڇيس، "ڪهڙي ڪوجنا ڪئي اٿو؟". چيائين ته، هي جيڪي مولوي صاحبان مدرسن ۾پڙهي فارغ ٿين ٿا، اوهان محسوس ڪيو آهي ته انهن مان اڪثريت بروهين ۽ بروچن جي آهي". مان وچ ڳالهه ڪي ڪٽيندي دريافت ڪيو مانس ته، "سائين! ان جو سبب ڪهڙو؟" مرڪي وراڻيائين، "ٽڪر تي مال چاريندي چاريندي جڏهن ڏڪر وڪندو اٿن ته پوء هيٺ لهي ايندا آهن ۽ ٻي ڪا واهر نه ڏسي، ٽڪين جي آسري تي اڏي مدرسا وسائيندا آهن". استاد حاميءَ جي اها ٿيوري ٻڌي اسان کان ٽهڪ نڪري ويا.

حقيقت اها آهي ته جيڪڏهن حامي صاحب جي صرف هڪڙي ڪچهريءَ جو ويهي احوال لکجي ته هوند ڪتاب پرجي وڃن، ور خرار مان ڪٿي جي مصداق نمونو ئي پيش ڪري سگهجي ٿو مونکي جڏهن به ساڻس ملاقات جو موقعو ملندو هو ته مان ڇاٽي واٽي اٽڪندو هو مانس، اڪثر مونکي جواب ڏيندو هو ته، "مشتاق ظالم! مونسان نه ڪئونس، پڇي نه سگهندين". استاد حامي جيڏو وات جو ڪليل هو، سندس سينو به اوتروئي ڪشادو هو. هر محفل ۾ ڪنهن نه ڪنهن کي مذاق جو نشانو بڻائيندو هو ۽ پاڻ به هر ڳالهه مرڪي برداشت ڪري ويندو هو. حقيقت پسند هئڻ ڪري فطرت جي تمام ويجهو هو. حسن پرستي ۽ بذله سنجي سندس رڳ رڳ ۾ سمايل هئي. جهڙو ٻاهر جو اجرو هو، اهڙوئي اندر جو اڇو هو. جيڪا ڳالهه سندس دل تي تري ايندي هئي بنا جهجهڪ جي چئي ڏيندو هو. "ظالم"، "محبوب" ۽ هي ته منهنجي ڪمزوري آهي"، سندس تڪيه ڪلام هئا. هر چڱيءَ شي سان پيار ڪندو هو ۽ ڪوشش ڪري انهن سان نڀائيندو هو.

استاد حامي محفلن جو مور هوندو هو پر هيانو تي تور نه هوندو هو. دل ئي نه چوندي هئي ته ڪو سندس ڪچهريءَ مان اٿي وڃجي. ڳالهائڻ ڪان ڪٿي به نه مڙندو هو. ڪٿي رئيس جو پٽ اٿي اچي پر پوڳ پوڳ ۾ سڀ ڪجهه

چئي ويندو هوس. پنهنجي شهرت کان يا وڏ ماڻهپي کان ونءُ ويندو هو. شڪارپور جي هڪ تقريب ۾ گڏياسين. ڳالهائيندي ڳالهائيندي چيائين ته، يار! مونکي هتي جا ارادا خطرناڪ ٿا لڳن. پڇيو سونس ته، سائين! اهو وري ڪيئن؟ چيائين، مان سمجهان ٿو ته هي مونکي ڪنهن نه ڪنهن نشست جو مهمان خصوصي يا صدرُ بڻائيندا. مان چيو مانس، صدر يا مهمان خصوصي ٿيڻ ته عزت جو ڪم آهي ۽ چڱي ڳالهه آهي. مرڪي چيائين ته، صدر يا مهمان خصوصي لاءِ ضروري آهي ته نشست جي پڄاڻيءَ تائين معتبر ٿي ۽ بس ڪري ويهجي. مونکان اها ڳالهه ڪٿي پڄندي!. ٿيو به ائين. ڪيس مشاعري جي نشست جي صدارت لاءِ سڏيو ويو. اتي وڃي ڪرسيءَ تي ويٺو ڪجهه منٽن کانپوءِ پنهنجي هڪ پراڻي واقفڪار کي سڏ ڪري چيائين ته. يار گهٽ ۾ گهٽ تون ته منهنجي پرسان اچي ويهه. جڏهن اهو اچي پرسان ويٺس تڏهن حامي صاحب سک جو ساهه کنيو ۽ ان سان ڳالهائڻ ۾ لڳي ويو. هوڏانهن محفل مشاعره جاري هئي.

منهنجي ساڻس آخري ملاقات حافظ امام بخش مرحوم جي ڳوٺ ۾ حافظ صاحب جي ورسيءَ جي موقعي تي ٿي. اتي به اهي رنگ لائي ڇڏيائين، جيڪي سندس لاءِ مخصوص هئا. سنڌ جي هڪ شاعر جي ڏنل مصرعه طرح تي ويٺل شاعرن ۾ بحث هلي رهيو هو. حامي صاحب کان به پڇيو ويو ته سائين اوهانجو ڇا خيال آهي؟ چيائين ته، "ابا! اهي وڏا ماڻهو آهن، انڪري مونکان نه پڇو ته بهتر آهي". بس پوءِ ته ان مصرعه طرح جي جيڪا کل لٿائين، اها اتي ويٺلن کي ضرور ياد هوندي.

حامي صاحب جيترو کل مک، پوڳائي، فقره چشت ڪندڙ ۽ سچ گو هو. اوتروئي وري ان ڳالهه ۾ سنجيده هو ته سنڌي لکڻين ۾ ٻين ٻولين جا لفظ نه ملايا وڃن. اهڙي قسم جي لفظن جي وري جيڪا پڇڙيءَ تشريح ڪندو هو. سا به ٻڌڻ وٽان هوندي هئي. خاص طور مشاعري ۾ عام طور ڪتب ايندڙ لفظ

"جهان" کي جڏهن نون غنو ڪري پڙهبو هو تہ ڏاڍي ڇڙ ايندي هيس.

خيرپور ميرس جي هڪ ڳوٺ سوهو قناصره جي وڏيري قائم خان سوهوءَ جي گهر مان پهرين جنوري 1919ع تي طلوع ٿيل. آسمان ادب و شاعريءَ جو هي روشن سج محترم عطا محمد حامي. جڏهن ادب و شاعريءَ جو هي روشن سج محترم عطا محمد حامي. جڏهن ڪراچي جي جناح اسپتال جي ايوانن ۾ 3 جون 1982ع تي غروب ٿي ويو تہ سنڌي ادب ۽ شاعري جي اڱڻ تي اوندهہ پنهنجو ديرو ڄمائي ويهي رهي آهي. استاد حامي اڄ اڄ اسان ۾ ڪونهي. ڪونهي تہ ڇا ٿي پيو ؟ سندس يادگيريون اسان جو سرمايو آهن ۽ انشاءَ الله رهنديون.



# شاعري ڳالهائي ٿي .....!

مقصود گل

رات جو وڳڙو ... چوڌاري سناٽو... ماحول تي چپ جو راڄ ... هر ڪو ننڊ جي ڀاڪر ۾ ستل ... منهنجي اندر ۾ اڻ تڻ ۽ آترويلا... ٽيبل تي ڪاغذ قلم ... حاميءَ جو ڪلام ۽ ٻيا ڪتاب ... مان ڪجهه لکڻ ٿو چاهيان پر ڪوشش جي باوجود به ڪجهه نٿو لکي سگهان صبحاڻي حامي صاحب جي ورسيءَ جي موقعي تي ٿيندڙ "حامي ڪانفرنس" ۾ ڪجهه پڙهڻو اٿم. ڪجهه لکي ڏاهي وري پنو ڦاڙي ٿو ڇڏيان پنا ڦاٽندا ٿا وڃن ۽ رديءَ جي ٽوڪري جو پيٽ ڀربو ٿو وڃي.

جڏهن ڪجهه به لکي نٿو سگهان تڏهن مايوس ٿي ڪرسيءَ تي ڪنڌ رکي آهلي ٿو پوان...

اوچتو تصور جي ڪڙڪي کلي ٿي ۽ حامي صاحب جو سدا مرڪڻو ملوڪ چهرو ذهن جي اسڪرين تي ايري اچي ٿو.

"ڇو پريشان آهين ؟"

"ڪجهه لکڻ ٿو چاهيان پر لکي نٿو سگهان" وراڻيم.

"ڪهڙو ضرور پيو ٿي ؟"

حامي صاحب ڇيو مان خاموش رهيس.

"ڇا ٿو لکڻ چاهين ؟...... ڇو ٿو لکڻ چاهين؟" حامي صاحب ٻئو سوال

ڪيو.

توهان تي لکڻ ٿو چاهيان ...... سياڻي پڙهڻو اٿم

حامي هيو جو اڳ ۾ سو حامي مري ويو،
احباب دوست يار ويس فاتحہ پڙهي.

"اڙي ظالم! ... مري بہ توهان مان جان نہ ڇٽي." حاميءَ چيو.

حامي هجي جو حسن جو سو تو مري ڪٿان،
خود عشق جنهنجي موت سندي فاتح پڙهي.

" نئين زندگيءَ" مان ياد ڪيل شعر پڙهي سندس شعر جو جواب شعر ۾ ڏنم.

موقعي کي غنيمت سمجهي حامي صاحب کان انٽرويو وٺڻ جو سوچي ورتم " ڇڻ ڇا ڪيئي؟"

" سائين انٽرويو ..."

"انٽرويو... پر ظالم سوال سولڙا پڇجانءِ، مان جاگرافيءَ ۾ جڏو آهيان." حامي صاحب چيو.

سوال:- مهرباني ڪري اوهان پنهنجو تعارف ڪرايو؟

جواب:- هاڻي عطا محمد سب ڪنهن جو آهي حامي.

ان ساڻ تنهنجو اسلم پرچڻ جو وقت آهي.

سوال:- اوهان شاعريءَ جي شروعات ڪيئن ڪئي؟ ڪي سهڪار سڄڻ يا

رهنمائي ڪندڙ دوست به هئا اوهان جا.

جواب:-

حسيني، مظهر جامي نظامي داد سڀ ڏيندا.
اتي حامي سخنور شعر پڙهه تون چئن يارن ۾.
عطا جي سخن جو نرالو نمونو،
لاشاري جي شعرن ۾ تاثير آهي.
مخمور جو غلام هان، مظهر سندو رفيق،
خادم سندا به ٿورا وساري نه ٿو سگهان.

سوال:- شاعريءَ ۾ اوهان جو استاد ڪير هو؟

جواب:- نظامي آ نامي گرامي اي حامي،
شرابِ سخن جو دلا رام ساقي.

سوال:- پنهنجي اصل حقيقت، ماڳ مڪان ۽ رهائش متعلق ڪجهه ٻڌايو؟

حامي : عالم هستيءَ ۾ آيس مان نه ڪجهه به ڪونه هوس،
پر تمنا سان ڪٽي وئي قبر ۾ هي دل مو ڪي،
سير خاطر خلد مان آيس مٽيءَ جي ملڪ تي،
مرحبا جا خلد ڪان وڌ گل ڏنا هن گلِ مون ڪي،
پاڻ ۾ گم ٿي سڃاتم پاڻ کي پوري طرح،
خود بخود آئي نظر مقصد سندي منزل مون ڪي،
خيرپور ۾ خيرپور وارن ڪان پئي آهيان پري
ڪنج تنهائيءَ سندي مولئ ڏني محفل مون ڪي.

سوال:- اوهان پنهنجي تعليم متعلق ڪجهه ٻڌائڻ پسند ڪندا.

حامي: گر پڙهان ٿو سنڌ مسلم مدرسي ڪاليج ۾.
عشق جي اسڪول ۾ پي ڄاڻجو داخل مون ڪي.

سوال:- سائين! عشق آهي ڇا؟

جواب:- عشق سڏيو لبيڪ چئي سر پنهنجو لٽائي ويناسي
هوش، حواس ۽ عقل جون پاڙون پاڻ پٽائي ويناسي.

سڀ عشق جو خواب ڏسن ٿا پر.هن خواب جو آ تعبير ڪٿي.
منصــور جي تقليــد آه ڪٿي ۽ دار جي تعــذير آ ڪٿي.

عـــشق جي حـــد آه حـــيـــواني حـــواس ڪـــان مـــٿي.
بوالهـــوس پنهنجي هوس کي عـــاشـــقي چـــو ٿـــو چـــوين.

عـــشق بيـــشـڪ آه حـــامي، آدمـــيت جـــو نچـــوڙ.
عـــشق جنهن کي ناهه تنهن کي آدمي چـــو ٿـــو سـڏين.

ڇهي جنهن کي سگهي ٿو هٿ ڏسي جنهن کي سگهي ٿي اک.
حـــقـــيـــقت ۾ پلي بس آهي اهڙي عـــشق ڪـــان پنهنجي.

سوال:- سائين عشق جو ذڪر ڇڙيو آ ته حسن جي ڳالهه به ضرور ٿيڻ گهرجي؟

حامي:- ڏاڍو ڏنگو آن..... ظالم نيٺ ڪندين حامي غريب کي بدنام.تون نه مڙيندي ڀڏ پلا.

حسن ڪري ٿو دل تي حملا. عشق جا خيما کوڙي ٿو
عقل وچي ٿو عاجز بڻجي هوڏ ڇڏي هٿ جوڙي ٿو.

اچا پڏنديں ...؟. پڏ پلا.

نازوادا سان حسن مجازي، دل تي ڪري ٿو دست درازي
آهہ نظر جي ڏوڪيبازي، جو بہ نظارو ٿيندو آ.

نينهن جو آهي نازڪ ناتو. پير جتي آ حاميء پاتو
آهہ ڪتل هي ڪاتو جنهن ۾ روز خسارو ٿيندو آ.

سوال:- مذهب جي باري ۾ اوهان جو ڪهڙو رايو آهي يا اوهان ڪهڙي مذهب يا فرقي سان واڳيل آهيو؟

حامي:-

مذهب تي نوان رنگ چڙهايل آهن
احڪام شريعت جا مٽايل آهن
مومن ۽ مسلمان بڻايا مولي
فرقا هي سيئي پوء جا بڻايل آهن

محبت پنهنجو مذهب آ.محبت پنهنجي ملت آ
محبت کانسوا هر شي اسان لئہ عار ٿيندي آ
ڪنهن سان بہ ڪائنات ۾ ڪفلت نٿا رکون
مذهب اسان جو آه محبت خدا گواه
دشمن بہ ڪو اڳڻ تي لڙي ٿو اچي تہ پوء
حامي ڪريو ٿا ان جي بہ عزت خدا گواه

سوال:- ڪنهن سان به ڪفلت نٿا رکو. دشمن جي به عزت. ته پوءِ ديس جي دشمن سان به اوهان جو ساڳيو روئيو هوندو؟

حامي:-

نظر ميري ڪٽي جيڪو ڏسي هن ڏيهه منهنجي ڏي.
انهيءَ مردود موذيءَ جو گهٽو ڏئي ساهه گهٽٿو آ.

اسان بي دين کي بخشي سگهون ٿا هي جواز آهي
ڪٿي بخشون انهيءَ کي ديس جو جيڪو عدو نڪري.

انسان جي عظمت کي سچو سمجهون ٿا
هر ڪنهن کي اسان صاف سٺو سمجهون ٿا.

پر جو ديس جو دشمن ٿئي ٿو حامي
ان ڪڙم جي ويريءَ کي ڪتو سمجهون ٿا.

سوال:- موجوده ماحول کي اوهان ڪهڙي لفظن ۾ بيان ڪندؤ؟

حامي:-

ماحول شريفن جي مخالف آهي
ماڻهن جي ضميرن جي مخالف آهي
ڪم ظرف وڏيرن جو ۽ سيٺين جو سچ،
مون جهڙي فقيرن جو مخالف آهي.

هستيءَ جو تار تار گريبان ڏسان ٿو اڄ.
هر ڪنهن کي بيقرار حراسان ڏسان ٿو اڄ.
جت ڪٿ رڳن جي روپ ۾ آهن بگهڙ لڪل.
ڪيڏا بشر جي شڪل ۾ شيطان ڏسان ٿو اڄ.
هر شي جو ڪال آهه. گرانيءَ جو دور آ.
ليڪن بشر جي خون کي ارزان ڏسان ٿو اڄ.
انسان کان ڊڄن ٿا. خدا کان نٿا ڊڄن.
حامي عجيب قسم جا انسان ڏسان ٿو اڄ.

سوال:- اوهان پنهنجي دور جي حڪمران کي ڪيئن ڏٺو. انهيءَ لاءِ اوهان وٽ ڪهڙا الفاظ آهن؟

حامي:-

افسوس جو رهزن ٿو سڏائي رهبر.
حجاج زماني جو ڪري ٿو ٽر ٽر.
ويساهه يلا ان تي ڪجي ڇا جيڪو.
قرآن ڪٽي ڪوڙهٽي ٿو هر هر.
رهزن ته ڪڏهن ٿي نه سگهي ٿو رهبر.
ڪم ظرف چڱائيءَ جي رکي ٿو نه نظر.
مينهن جو پلي ڪير پياريو ان کي.
سوئر جو ٻچو رهندو سدائين سوئر.

سوال:- اوهان فتوي فروش مُلي يا مفتيءَ کي پنهنجي لفظن ۾ ڪيئن ياد ڪندؤ؟

حامي:-

هٺ ڪن تـا تڪـبـر ۽ وڏائي ڪن تـا.
پردي ۾ پـــلائي جي برائي ڪن تـــا
زاهد تـا سـڏيون جن کي اهي پيءِ حـامي
الله جي نـالي ۾ لڄـــائي ڪن تــــا.

ملن جا ڪتڪ ڪيئن نہ اچن تا ڪاهي.
فـتـوي تـا ڏين نـاهہ نڳيءَ جـا نـاهي
نعــرو تــو هٿي حق جــو تڏهن اي حـامي
منصـــور زمـانـي جــو چــڙهي تــو ڦـاهي

سوال:- سائين! قومي مسئلن کان بي خبر ، گل وبلبل وارن شاعرن جي لاءِ اوهان وٽ ڪهڙو پيغام آهي؟

حامي:-

ڦـتـا ڪر وصل هجرت جـا سـمـورا داسـتـان هاڻي
گل وبلبل، قفس، گلچين جو بس ڪر تون بيان هاڻي
ڇـڏي ڏي زرپرستن جي خـوشـامـد جـو بيـان هاڻي
اجــايو لوڀ لالچ ۾ نہ ٿي تون مــدح خــوان هاڻي
ادا ســـارا ســـٽـــائج انقــلابي داســـتــــان هاڻي
وفـا جي قـيـد زلف يار جي زنجـيـر کي ڇـڏتون
جنـمـودي شـاعـري ڇـڏ شـاعـر سنڌي زبان هاڻي

سوال:- سائين سنڌي ٻوليءَ جي تعريف ۾ ڇا چوڻ پسند ڪندؤ؟

حامي:-

سچل، بيدل ۽ روحل جي فڪر دور رس جا در

رکي تي پاڻ وٽ سانديي سيئي سنڌي زبان پنهنجي

سنواريا جنهن جا گيسو شائـ فڪر لطيف آهن

اها دوشيزه فطرت اٿـو سنڌي زبان پنهنجي

سيئي سنڌي، سڪون سندي، پڙهون سنڌي لکون سنڌي

تہ هر مشڪل ٿئي آسان، خدا جي فضل سان پنهنجي.

سوال:- اوهان جي پسند جا شاعر ڪهڙا آهن؟

حامي:-

عبداللطيف ڀٽ جو ڏٺي شاهہ نامدار

ملڪ سخن جو سنڌو ۾ سڏجي ٿو تاجدار

ان جو رسالو پڙهہ تہ حقيقت شناس ٿئين

سڀ معرفت جا راز کلن توتي بار بار.

هر ريا واري تقدس کي ملائي خاڪ ۾

جنهن اُڏايو فڪر پنهنجي کي مٿي افلاڪ ۾

سو سچل سرمست صوفي سنڌ جو سردار هو

وقت جو منصور بيشڪ مرد منصبدار هو

سوال:- مهرباني ڪري استحصالي ٽولن جي ٽوري نشاندهي ڪريو نہ جيئن خبر پوي تہ ڪهڙن ماڻهن عوام کي لٽيو آهي؟

حامي:-

خون چوسن ٿا غريبن جو اجا تائين امير.
مال کائن ٿا يتيمن جو اجا تائين امير.
قرب ڪامورن ڇڏيو، ونئي وڏيرا ٿي ويا،
پير مرشد پي اسان جي پر ڇڏي بزدل ٿيا.

سوال:- اوهان پنهنجي زندگي اصول پرست ٿي گهاري آهي ڪجهه پنهنجي زندگيءَ جا اصول ٻڌائڻ پسند ڪندؤ؟

حامي:-

جنهن ۾ ضمير ڪي ڪا ضرورت ضرر وجهي
تنهن زندگيءَ جي ناهه ضرورت خدا گواه

بدن مان روح نڪري ٿو سگهي حامي مگر سر مان
ڪڏهن ممڪن نه ٿي سگهندو جو خودداريءَ جي خُو ڪري

نينهن جو ناتو جنهن نه سڃاتو پير نه تن وٽ حاميءَ پاتو
قرب محبت وارن آڏو پاڻ اچي هٿ جوڙي ٿو.

خبر ڪهڙي ڏيان اي دوست حامي وٽ هلي ڏس تون
تڏي تي دل جي دشمن تان به هو قربان ٿيندو آ

ذات ڪذات ڪي پاڻ نه ڄاڻو چهرو پنگي جو به هجي
نينهن نوازيو جنهن ڪي تنهن وٽ گولي ٿي تہ گذاريون ٿا.

سوال:- اوهان جي ڪا خواهش جاڪا نه پوري ٿي هجي؟

حامي:-

ڪڏهن ملڪ ساري جا مهندار ٿيندا.
ڏسڻ ۾ اچن ٿا جي نادار ماڻهو.

سوال:- موجوده حالتن کي ڏسي اوهان انهن جو سياسي تجزيو ڪيئن ڪندا؟

حامي:-

جنهن رات تي هر دم ڏنج ڏنا. سا رات وهامڻ واري آ
آ سڪ جو سورج ايرڻ تي، هر هر ساعت ساعت پياري آ.
ڪجھ هوش ڪپي، ڪجھ جوش ڪپي، ڪجھ زور ڪپي ڪجھ شور ڪپي
هن قرب جي قوت جي آڏو، هر بزدل همت هاري آ.

سوال: انهيءَ استحصال جو خاتمو ڪيئن ايندو؟ انهيءَ لاءِ اوهان جي ڪا تجويز ڪو رايو؟

حامي:-

انقلاب ايندو انهيءَ ظلم جي ظلمت ويندي
نيث انصاف جا انوار نمايان ٿيندا.
ختم سرمايہ پرستيءَ جو فسانو ٿيندو.
ملڪ ملت جا هي مزدور نگهبان ٿيندا.
جن تي اڄ ظلم روا ٿئي ٿو حامي
تن جي آهن جا اثر نمايان ٿيندا.

سوال:- سائين! مون اوهان جو ڪافي وقت وڃايو پر پنهنجو وقت سجايو ڪيم بس هڪ ٿي آخري سوال تہ اوهان قوم جي نوجوانن لاءِ ڪو پيغام ڏيڻ پسند ڪندؤ.....؟

حامي:-

مان اوهان کي پنهنجو پٽ سمجهي نصيحت ٿو ڪيان
گوش دل جي سان ٻڌو جيڪا هدايت ٿو ڪيان

مان اوهان جي جوش ۽ جذبي جي عزت ٿو ڪيان
هوش جي ليڪن ڪمي سمجهي شڪايت ٿو ڪيان

مان ٿو چاهيان جوش سان ڪجهہ هوش ۾ شامل ڪيو
هر ڪمي پوري ڪري ۽ پاڻ کي ڪامل ڪيو

ڇيڪ ڇڙواڳيءَ کي ڇو ٿا پاڻ آزادي سڏيو!
آهہ پابندي اصولن جي سچي آزادگي

ور نہ ڇڙواڳيءَ ۾ شامل وحشين جي زندگي
بي اصولو ٿي مرڻ کان موت عزت جو ڀلو

هي عمل آهي نبيءَ جو ۽ نبيءَ جي آل جو
خرچ ڪيڏي سان پڙهائن ٿا اوهان کي والدين

قدر ڪجهہ تن جو ڪيو پنهنجو سڃاڻو فرض عين
پنهنجي نصب العين تي پورا رهو ۽ ڪم ڪيو

پنهنجي ايندڙ زندگيءَ جي واسطي ڪجهہ غم ڪيو
بي سبب هڙتال ۽ ڪاپي ۽ پٿر بازي ڇڏيو

علم اخلاق ۽ ادب سان واسطو پنهنجو رکو
پنهنجي ذاتي خواهشن تي ضابطو پنهنجو رکو

فرض پنهنجي کي خدارا شوق سان پورو ڪيو
علم کي حاصل ڪيو ۽ پوءِ سياست ۾ اچو

ملڪ جي واڳن وٺڻ جي اهليت پيدا ڪيو
عزم پختي سان اهڙي ڪارڪردگي پيدا ڪيو.

تصور ۾ انٽرويو پورو ڪري حامي صاحب کان موڪلايم ۽ سندس هي شعر ابڙاڪ ٻڌجي اندر مان نڪتو.

"حامي" تياسون دور نظر کان ته ڇا ٿيو.

دل کان اسان کي دور رکي ڪير ٿو سگهي.

*****

# حامي صاحب ۽ ضلع خيرپور جا قديم آثار

الطاف اثيم

مرحوم پروفيسر عطا محمد حامي صاحب اڪثر و بيشتر قرب جا قدم ڀري سنڌ يونيورسٽي شاهه عبداللطيف ڪيمپس جي شعبي آثار قديم ۾ ايندو رهندو هو ڪڏهن ڪنهن ڪتاب جي ڳولا ۾ ڪڏهن ڪنهن موضوع تي تبادلہ خيال ڪرڻ تہ ڪڏهن ڪنهن ماهر آثار قديمہ جو ليڪچر وغيره ٻڌڻ.

حامي صاحب کي هيل تائين گهڻي ڀاڱي ماڻهو رڳو شيرين بيان شاعر ۽ اعليٰ درجي جو اديب سمجهندا رهيا آهن ليڪن اڄ آءٌ هتي اهو ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪندس تہ حامي صاحب جي ذات ۾ هڪ مثالي ماهر آثار قديمہ جون خوبيون پڻ موجود هيون.

سائين حامي صاحب جي پي ايڇ ڊي جي ٿيسز جنهن لاءِ مرحوم سائين حسام الدين راشدي جو چوڻ آهي تہ ”مون هيستائين جيڪي پي ايڇ ڊي جون ٿيسز ڏٺيون آهن تن سڀني ۾ حامي صاحب جي ٿيسز معياري آهي سائين محمد علي حداد جي مهرباني سان جڏهن مون ڏٺي تہ منهنجي حيرت جي ڪا حد نہ رهي تہ حامي صاحب ان ۾ ضلعي خيرپور اندر ٢٦ قديم آثارن وارن علائقن يا Archaeological sites جي نشاندهي ڪئي آهي تن مان سرڪاري سطح تي صرف ٻہ سائيٽس رڪارڊ ٿيل آهن باقي چوويهہ سائيٽز Unrecorded آهن ليڪن فقط حامي صاحب وٽ رڪارڊ آهي ماهرين علم آثار قديم جي نزديڪ ڪنهن بہ سائيٽ جي نشاندهي ڪرڻ بہ ان صورت ۾ تہ اهو فرد بظاهر ماهر فن

بہ نہ هجي. نهايت وڏي خوبي، اهليت يا ڪارنامو آهي.

ٻاڻ جيڪي ٢٦ آرڪيالاجيڪل سائيٽز بيان ڪيون اٿائين سي هي آهن:

١. ڏجي جو دڙو ٢. سيراج واري ٽڪري ٣. نارو وارو دڙو ۴. ليلا جا آتڻ ۵. ننديا آتڻ ٦. اڙاهہ جي ٻٽي ٧. ابل ويسر وارو دڙو ٨. درن جي ٻير وارو دڙو ٩. باغو ڍوري وارو دڙو ١٠. لهيري وارو دڙو ١١. ڳاڙهو ڀڙو ١٢. علي اصحابو وارو دڙو ١٣. ٽاري وارو ٽيڪرائو ١۴. شهيدن وارو ٽيڪرائو ١۵. سٽيهہ وارو دڙو ١٦. ٻٽ وارو ڀڙو ١٧ وسٽڙن جي ٻٽ ١٨. درگاه جو دڙو ١٩. ٻوهي وارو ڀڙو ٢٠ لاڪرنڊ ٢١ ترائي وارو دڙو ٢٢. سانٹ وارو دڙو ٢٣. ٻاٺيءَ وارو ڀڙو ٢۴. گرهڙ جو ڪوٽ ٢۵. مامڙيءَ ڪرنجڙيءَ جا ڪوٽ ٢٦. شيرشاه جا مسافرخانہ

هتي ٻڌايل قديم آثارن مان ٻهريان تي تعلقي ڪوٽڏجي ۾ ٻيون ڇهہ تعلقي ميرواه ۾ ٽيون تيرنهن تعلقي فيض گنج چوٿيون ٽي ناري تعلقي ۾ ۽ هڪ سائيٽ گمبٽ تعلقي ۾ واقع ٿين ٿيون.

هن وقت تائين حڪومت طرفان جن ٻن سائيٽ تي ڪم ٿي چڪو آهي يا جيڪي نتيجا ڪڍيا ويا آهن سي هي آهن ڏجي جو دڙو بقول حامي صاحب يا ڪوٽڏجي جا قديم آثار ۽نارو وارو دڙو تفصيلي تحقيق مان پتو پيو آهي تہ اهي ٻئي سائيٽز تاريخ کان اڳ واري دور جون ۽ موهن جي دڙي کان لڳ ڀڳ ست سئو سال پراڻيون آهن

باقي چوويهہ سائيٽز لاءِ بہ اسان جو ڪامل يقين آهي تہ حامي صاحب جي نشاندهي هڪ ماهر جي نشاندهي آهي ۽ تفصيلي جائزي وٺڻ سان اسان کي اتان ٻڻ پنهنجي تهذيب ۽ ثقافت بابت گهڻو ڪجهہ ملي سگهي ٿو.

حامي صاحب جن علائقن ۾ انهن سائيٽز جي هجڻ جي نشاندهي ڪئي آهي جيڪڏهن اسين سنڌو درياهہ جي قديم وهڪرن يا ننڍن ننڍن ڦاٽن کي جاچينداسين تہ اسان جو شڪ يڪ ۾ تبديل ٿي ويندو تہ انهن جاين تي ضرور ڪنهن دور ۾ انسان آباد رهيو هوندو.

ان سلسلي ۾ خاص طرح سنڌو درياء جو پراڻو ڦاٽ جيڪو گهري نالي سان سڏيو ويندو هو سو ڪافي مددگار ثابت ٿيو هوندو يا وري ٻيو ڦاٽ جيڪو گمبٽ تعلقي جي ڪانائي ڍنڍ ڪان ٿيندو هالاڻي تائين ويندو هو. انهيءَ ڪان علاوه نوري واري ٻوڪهڙ، ڪاسائين واري ٻوڪهڙ، بانداهو وغيره سنڌوءَ جا پراڻا ڦاٽ ڇيا وجن ٿا. اسان درياهي يا واهن جو ذڪر ان لاءِ ڪرڻ ضروري سمجهون ٿا تہ قديم زماني ۾ مواصلات يا گذر اوقات جو ذريعو ئي اهي واهہ يا درياه هوندا هئا. تنهنڪري انهن جي لڳ ڀڳ ئي انساني آبادين جا اهڃاڻ ملي سگهندا.

حامي صاحب جي ٻڌايل سائيٽس مان هن وقت تائين سنڌ يونيورسٽي شاهہ عبداللطيف ڪيمپس جي شعبي آثار قديمہ جي شاگردن ٽن نهايت قديم سائيٽز تي تحقيقي ڪم ڪيو آهي ۽ ان مان جيڪي نتيجا اخذ ڪيا ويا آهن. سي حامي صاحب جي بيانن کي صحيح ثابت ڪرڻ لاءِ ڪافي آهن.

اهي ٽئي سائيٽز آهن نارو وارو دڙو، سيراج جي ٽڪري ۽ ليلا جا آڻ.

## رپورٽن جو مختصر جائزو:

**نارو وارو دڙو:** هن سائيٽ تي عبدالصمد پنهور پنهنجي ريسرچ رپورٽ ڊپارٽمينٽ کي ڏني آهي جنهن ۾ هُن هن دڙي تي اڳم ۾ ٿيل تحقيق کي اڳتي وڌايو آهي هي علائقو ڪوٽڏجي ٺٺومستي روڊ تي آهي.

هتان هٿ ايندڙ شيون ڪجهه حڪومت پاڪستان وٽ ڪجهه اسان جي شعبي ۾ آهن. هن علائقي مان حامي صاحب کي جيڪو برتن هٿ آيو سو پڻ اسان وٽ موجود آهي.

**سيراج جي ٽڪري:-** هن بابت نشاندهي ڪندي حامي صاحب لکي ٿو ته مير علي نواز خان ١٩٣٥ ۾ کوٽائي ڪرائي پر ناڪافي سرمائي يا ماهرن جي اڻاٺ سبب خاطر خواه نتيجو نه نڪتو" ڪاش ! حامي صاحب زنده هجي ها ته ڪيس اچ اسان جا شاگرد آدم جعفري ۽ صمد پنهور اهو ٻڌائي فخر محسوس ڪن ها ته سندس نشاندهيءَ تي اهي ان ١١٥ ميٽرن جي بلندي تي اپن شاه جي سامهون واري پهاڙي تي نهايت نامساعد حالات ۾ پهچي ڪجهه نه ڪجهه ضرور هٿ ڪري آيا آهن هن سائيٽ تان جيڪي ٺڪريون، ڏاتو، گاري جو ته ۽ مٽيءَ جو ٺهيل پير جو پن ڏيٺا ۽ پيون شيون لڌيون تنهن مان اندازو لڳائي سگهجي ٿو ته اها ڪنهن دور ۾ ماڻهن جي مستقل آبادي رهي آهي ڪن چاٽو حلقن جو چوڻ آهي ته اهو ٻڌ ڌرم جي زماني جو ڪو آشرم هوندو. بهرحال ايجا تحقيق جي ضرورت آهي.

**ليلا جا آتڻ:-** هي اها واحد سائيٽ آهي جنهن تي هن ڪان اڳ ڪوبه ڪم ڪونه ٿيو هيو اسان جي شعبي جي هاڻوڪي استاد ۽ اڳوٽي شاگرد غلام مصطفيٰ شر پنهنجي رپورٽ پيش ڪئي آهي جنهن موجب هيءَ سائيٽ ڪنهن زماني ۾ بحري روٽ جي جنڪشن رهي آهي هتي وڏي تعداد ۾ روز مره جي استعمال جي شين جا ڀڳل ٺڪرا جهرڪ ٿانو، چوڙيون، رانديڪا وغيره مليا آهن. مسٽر مصطفيٰ کي هتي Trade mark يا نشان لڳل ٺڪريون جيڪي هٿ آيون آهن سي تحقيق طلب آهن

چوته ان مان اندازو ڪري سگهجي ٿو ته آيا اها ڪا ، زبان (ٻولي) لکيل آهي يا صرف نشان آهن.

بهرڪيف حامي صاحب جي نشاندهي تي ايترو ڪجهه ڪم ٿي چڪو آهي ۽ توقع آهي تہ اڳتي هلي وڌيڪ کوجنا ٿيندي.



# حامي عالمي شاعر ...

قاضي منظر حيات

جڏهن کان ڀونءِ ٻٺي آهي سنسار جي سائينءَ ڪائنات جي سلسلن جي شروعات ڪئي آهي تڏهن کان هر دور ۾ هميشه هر وقت سچ جا ساڪي، حق جا حامي دور سين ۾ ساڳيا آهن روپ مٽائي ايندا آهن. ڪلفت، ڪوڙ، ڪرب جي ڪاري دنيا ۾ زرخيز ذهن جي ورن وڪڙن مان هو پنهنجي ڏات ڏياجا. سوچ جا سهڻا سارا، رنگ برنگي پيارا نازڪ گلڙن جهڙا، ڪونئرا ريشم جيان خيال ورهائي ورچائي ڏيهه ۾ جوت جلائيندا آهن برپٽ ڀونءِ باغ بستان بڻائڻ لاءِ جڳ جڳ ۾ جذبن جي هر ظلمت جي دور افق کي سرخي ساڻ سجائيندا آهن سوني سچ جيان جرڪي جرڪي وحشت کي شرمائيندا آهن

مذهب، ذات پات، پرڳڻي، زمين، خطي جو ڪوبه معيار مقرر ناهي. ڪٿي به ڏاهپ ۽ ڏات جي ڪوٽ ناهي هر ڪوئي ڏات ڏڻي پنهنجي پنهنجي اندر جي اڌمن، حقيقتن، انسان جي ازلي ۽ فطري جذبن، روحاني ۽ جذباتي تمنائن، حالتن ۽ ماحول پٽاندر منظر ڪشي ڪري ٿو. بقول افلاطون جي ته:

"اڄ جو ادب حقيقت جي نقالي نه پر بيش قيمت انساني تجربن ۽ احساسن جو مڪمل ۽ موزون ترين بيان آهي."

شاعر ته وڏيڪ حساس طبع ٿئي ٿو. سندس قلم ڏينهن رات ڪونه ٿو ڏسي. سانت ۾ نئو اچي جو جو حرڪت جيون جي علامت آهي. ماٺ ۽ چپ ۾ ته موت آهي. حقيقت پسند شاعر جي اک ايڪسري ۽ الٽراسائونڊ وانگر انسان جو اندروني عڪس ڏسي وٺندي آهي هو چهري تي ڦهليل مرڪ پٺيان دل جي

قبرستان ۾ دفنيل انيڪ آشائون پسي ٿو وني. شاعر جي لکئي وڏيڪ اثرائتي ۽ موزون ٿئي ٿي تڏهن تہ قومن جي انقلاب جي بنيادي علامت شاعر آهي. بقول رشيد ڀٽي مرحوم جي تہ "شاعر بذات خود سياستدان ڪونہ هوندو آهي پر هو سياستدان پيدا ڪندو آهي"

شاعرن جي پر اثر شعرن سبب سماجي سوچ سجاڳ ٿيندي آهي معاشرتي مسئلن کي چٽي ۽ صاف نموني عوام آڏو آڻيندڙ ڪم بہ شاعر سرانجام ڏئي ٿو. تنهنڪري وقت جا حاڪم تمغن ۽ لالچن تي شاعر خريد ڪرڻ چاهيندا آهن لوڀ تي ماڻهو پنهنجا اصول ۽ عقيدا مٽائيندا آهن ۽ سندن شان ۾ تعريفي گيت گهڙڻ لڳندا آهن.

"سچ جو ساٿي پنهنجي رت سان لکندو تاريخون. ڪوڙا ليکڪ. تمغن هيٺان دفن ٿيل آهن"

پر عظيم مهان مرد هر ڏاڍ جي خلاف آواز اٿاريندا رهندا آهن هر ظلم جي لاءِ باغي شعر جوڙيندا آهن. سختين تشدد ۽ ڏاڍ جي باوجود اناالحق جو نعرو هڻندا آهن پر پنهنجي اصولن کان ڦرندا ناهن. سندن گردن غير جي اڳو جهڪندا ناهن پنهنجي ضميرن ۽ ذهن جو سودو نہ ڪندا آهن هو تاريخن ۾ لوڪ امر. ڏاها. ڏات ڌڻي هوندا آهن امر ڏات ڏئي. امر ڏات ڏئي.

امر شاعر ياءُ مقصود گل چوائي؛

طوفانن جي آڏو جيڪي ڪارونجهر ٿي ويندا آهن
سي ئي ماڻهو موت پڄاڻان لوڪ امر ٿي ويندا آهن.

ڳالهہ ذهن ۽ ضميرن جي سودو نہ ڪرڻ وارن شاعرن جي پئي ٿئي. حريت پسند. حق جو هوڪو ڏيڻ وارن ڏات ڌڻين جي پئي ٿئي مٿي ذڪر ڪري

آيم تہ زمين جاءِ جڳهہ پرڳٽي جو ڪوبہ معيار مقرر ڪونهي، صرف ڳالهہ حق ۽ ناحق ڪوڙ ۽ سچ . ظالم ۽ مظلوم جي آهي.

هر ملڪ ۾ پنهي قسمن جا ذهن، ليڪڪ، شاعر جنم وٺندا رهندا آهن جي سندر سونهن سچائيءَ جا ساٿي هوندا آهن اهي جنم جنم جيئندا رهندا آهن پوءِ ڪٿي کهڙو بہ ڪٿي بہ روپ ڌاري ڇونہ اچن.

ڪڏهن لطيف، ڪڏهن تلسي داس، ڪڏهن خيام، ڪڏهن گوئٽي، ڪڏهن شيڪسپيئر، ڪڏهن ڪاليداس، ڪڏهن ڪر چي ها، ڪڏهن هوچي منهہ، ڪڏهن ڪيٽس، ڪڏهن ٽئگور، ڪڏهن پئبلو نرودا، ڪڏهن فيض احمد فيض، ڪڏهن شيخ اياز، ڪڏهن بوبي سينڊس، ڪڏهن بنجامن، مولائيسز تہ ڪڏهن اڄوڪي يادگار محبتي ميڙ واري مهان شخصيت حامي صاحب

هاڻي اچو تہ ڏسون جڏهن مان اهو وڏي واڪ واڏائي دعويٰ ڪئي آهي تہ هر سچي شاعر جي سوچ، فڪر گهرائي، ڳالهہ ساڳي آهي يا نہ.....!؟

اڄوڪي ويهڪ ۾ اسان محترم حامي جي شعر جو جائزو ٻين شاعرن جي شعرن جي حوالي سان وٺنداسين سڀ کان پهريائين ابتدا پنهنجي پرڳٽي جي اهڙي عالمي شهڪار شاعر کان ڪيان ٿو جيڪو ساري دنيا جو شاعر آهي آفاقي شاعر آهي حقيقي شاعر آهي جنهنجي شعرن ۽ واين لاءِ اسانجي استاد بخاري چيو آهي

جيئن سچ سچ آ
تيئن سچ سچ آ

تيئن ئي سچائيون پٽائي جون وايون انهي هڪ هنڌ چيو آهي تہ:

روزا ۽ نمازون اهو پڻ چڱو ڪم
اهو ڪو ٻيو فهم جهن سان پسين پرين کي

اها ڳالھہ حامي صاحب هينئن ڪري ٿو تہ:

سر کي جهڪائي رسم جي ورزش کي ڇا ڪندين؟
دل ۾ جهڪي تہ پوءِ عبادت جي ڳالھہ ڪر
خالق کي خوش رکڻ جو طريقو اهو اٿئي
خادم ٿي عام خلق جو خدمت جي ڳالھہ ڪر.

لطيف سرڪار جي ٻن سٽن کي سمائڻ سان گڏوگڏ حامي صاحب انهي فهم کي ظاهر ڪندي اسان آڏو رکيو جنهن سان پرين کي پسي سگهجي ٿو.

سر ڪارايل ۾ وري شاه چيو آهي تہ:

ويا مور مري هنج نہ رهيو هيڪڙو
وطن ٿيو وري ڪوڙن ڪانيئرن جو

ساڳي خيال ۽ حالتن جو اپٽار حامي صاحب هيئين شعر ۾ چوي ٿو:

هر جاء تي مان مان جي ٻڌون ٿا ٻولي
ٿر ٿر ٿان ٿان جي ٻڌون ٿا ٻولي
افسوس ويا مور مري اي حامي
هر ڪند ۾ ڪان ڪان جي ٻڌون ٿا ٻولي

هيئنئر اچـو تہ ڏيھــ لتــاڙي پرڏيہ هلون بنگال جي ڌرتي تي ٻہ هڪ حقيقت پرست ۽حريت پسند جڳ مشهور شاعر ۽ ليکڪ جنم ورتو سب سمجهي ويا هوندا اهو هيو رابندر ناٿ ٽئگور جنهن پنهنجي هڪ نظم جي آخر ۾ چيو آهي تہ:

زنــده دل نــہ گــــــــــهــــــــــبــــــراء
اگـــهــور ننڊ جي ســـپنن مـــان ســـجـــاڳ ٿي
ســبــســـــتي ۽ ناامـــيـــدي کي ڦـــٽـــو کري
اٿي پرھہ ڦـــٽـــيءَ جـــو پيـــغـــام ٻڌ
۽ صـــبح جي روشنيءَ جـــو آڌر يـــاءُ کر

اميدن ۽ سک جي سج نکرڻ جي آثارن جو پرعزم طريقي سان اعلان کندي حامي ڇوي ٿو تہ

ســتــائي وڃ اي ظالم رات تنهنجــو زور ٽٽــو آ
اڳي پو پيـــار واري پرھہ کي آخـــر تہ ڦــٽــٽــو آ
اجهو منهن ٿيون ڪڍن مکڙيون چمن سرسبز ٿي ويندو
بهـــار آهي اچڻ واري خـــزان جـــو دؤر کــٽــٽــو آ.

ٽئگور کانپوءِ هڪ ٻي عظيم انقلابي اڳواڻ. غلامي کان بغاوت ڪرڻ واري، آزاديءِ لاءِ آواز اٿاريندڙ. سامراجہ کي موت جو پيغام رسائيندڙ ويتنامي شاعر هوچي منہ جي شاعريءِ جي جهلڪ عرض رکندم جيئوٽيڪ هي هڪ عملي جنگجو. جوان مرد ۽ باهمت سياستڪار. اعليٰ اتم آدرشي انسان هيو سندس شاعريءِ جو ڪجھ حصو اسانکي مليو ٿو. جيڪا شاعري ١٩٤٢ واري عرصي دوران تـــيل آهي انهن ڏينهن ۾ هو چين ۾ ويتنامين کي منظم ڪرڻ لاءِ اتي پهتـــو ۽

جهلجي ويو پورا ۱۴ مهينا جيل ۾ رهيو.

سندس شاعريءَ ۾ ڌرتي لاءِ بي انتها پيار، پاڻ عقيدت، سامراجيت خلاف احتجاج ۽ نفرت نمايان آهي ستم ۽ ظلم سان سينو ساهڻ. ڏاڍن جي ڏمر ۽ ڏهڪاءَ لاءِ هيانو ڏاريندڙ گجگوڙي موثر شاعريءَ ۾ گهڻو ڪري نظم . نثري نظم ملن ٿا.

هن جي هڪ نظم "انسان انسان جو دشمن" ۾ پنهنجو ذاتي تجزيو بيان ڪندي لکيو آهي تہ "مان انسانن کي آزادي ڏيارڻ لاءِ پيرين پيادو جهر جهنگ، گهٽي گهٽي گهميس، جبلن ۾ ويس.

مونکي خونخوار ۽ وحشي حيوان مليا شينهن مليا . بگهڙ مليا جيڪي پنهنجي پنهنجي هم جنسي جا ويري نہ هيا.

مـــان انهن کــــان بچي نڪـــــتس
پر جـڏهن انســـان ســان مـلاقـات ٿي
تہ مــــونکي نظر بند ڪيـــــو ويو.
انســـان، انســـان جـــو ويري ...... !!

متين فلسفي کي سائين حامي هيئن بيان ڪري ٿو:

"هستيءَ جـو تار تار گـريبـان ڏسـان ٿـو اڄ
هر ڪنهن کي بيقرار و هراسان ڏسان ٿو اڄ
جت ڪٿ رڍن جي روپ ۾ آهن بگهـــڙ لکل
ڪيڏا بشر جي شڪل ۾ شيطان ڏسان ٿو اڄ

هوچي منہ هڪ ٻئي نظم "ذهن فولادي قوت" ۾ چيو آهي تہ :

سياري جي سردي ۽ سختي ڪانسواءِ
بهار جي گرمي ۽ انجو لطف نٿو اچي سگهي
جيئن ڏکن ڪانسواءِ سکن جي پسند نٿي پوي
مصيبتن مونکي سخت جان بڻائي ڇڏيو آهي
تنهن ڪي حامي صاحب لکي ٿو تہ
رنج سهڻ سان گنج ملي ٿو برپٽ گلشن بڻجي ٿو
گل جو دامن چاڪ ٿئي ٿو پوءِ وڃي ٿي بهارن ۾.

يا

محبت ۾ مصيبت جا هزارين مرحلا ايندا
ڪشالا ڪاٽيا ڏونگر ڏکن، جو ڏورڻا پوندا
پچڻ پچرڻ، جلڻ ڪامن جا وٺيا ذائقا ڪيئي
جدائي ۾ جگر دل جان ۽ تن جهورڻا پوندا.

لطيف، ٽئگور، هوچي منہ ڪانپواءِ هڪ اهڙي شاعر جو ذڪر ڪيان جنهن غريب ملڪ چلي جي سر زمين تي جنم ورتو سندس نالو پئبلو نرودا آهي مٿين شاعر جيان هي بہ هڪ پيڙهيل طبقي جو شاعر آهي. هن جي لکڻين ۾ اهڙي قسم جو چسڪو يا ذائقو آهي جنهن ۾ هڪ غريب طبقي جي حمايت سان گڏوگڏ فطري حساس جذبن جو ذڪر بہ ملندو. پنهنجي هڪ نظم ۾ چوي ٿو جنهن جو مصرعو اٿس:" مقدس محبت

تو پنهنجي بي پناهہ محبت ۽ پيار
منهنجو وجود ٿي قبضي ڪيو آهي

۽ هينئر مان تنهنجي محبت ۽ پيار جي نظرن ۾ نظر بند ٿي پيو آهيان؛

انهي محبتي مزي ۾ گهائجڻ جو احوال
حامي صاحب اسان کي هينئن ٻڌايو آهي ته
هڪڙي گهڙي ۾ گهور جو گهايل ڪري ڇڏيئه
پنهنجي ڪمال حسن جو قائل ڪري ڇڏيئه
ناقص کي هڪ نگاهه سان ڪامل ڪري ڇڏيئه
ذري کي آفتاب مقابل ڪري ڇڏيئه.

ٽي ايس ايليٽ سنئي شاعريءَ جي هڪ خاصيت اها به ٻڌائي آهي ته اها پڙهڻ ۾ تمام سنئي لڳي يعني Readable هجي.

سنئي شاعريءَ جي اها خصوصيت برصغير ۾ غالب ۽ اقبال جي معمولي کان معمولي شعر ۾ به موجود آهي. انڪانسواءِ اها خوبي اردو جي ڪيترن شاعرن توڙي استاد حامي جي هر شعر هڪ هڪ سٽ ۾ موجود آهي.

هتي اردو جي جنهن بيباڪ ۽ بلندّ پائي واري شاعري جو حوالو ڏيندس اهو آهي مانائتو فيض احمد فيض صاحب. جنهن پنهنجي هڪ شعر شاعر لوگ ۾ شاعر جي ڪيفيت بيان ڪندي چيو آهي ته:

"لوگ سنتي رهي ساز دل کي صدا
اپني نغمي سلاخون سي چهنتي رهي
طبع شاعر هي جنگاه عدل وستم
منصف خير و شر حق و باطل هين هم

انهي قسم جي ڪيفيت جو ذڪر حامي صاحب وري پنهنجي هڪ ڪافي ۾ ڪيو آهي:

رت جا ڳاڙها ڳاڙها ڳوڙها
جهولي چنڊ جهلن تا يار
منهنجا نغما نينهن جا نعرا
سولي سڏ ٿين تا يار
حامي جن کي نينهن نوازيو
سيئي سور سهن تا يار

ٿوري دير اڳ ادب جي تاريخ جو ٿورو گهرائيءَ سان مطالعاتي جائزو ورتو آءِ اي رچرڊ جي ڪتاب "سائنس ۽ شاعري جي رد عمل طور ٿي ايس ايليٽ جيڪو ليڪچر" جديد ذهن جي عنوان سان ڏنو آهي ان ۾ جديد انسان جي پنجن اهم مسئلن جو جائزو ورتو اٿائين.

(١) تنهائي جو احساس

(٢) پيدائش ۽ موت جو مسئلو

(٣) ڪائنات لاءِ محدود وسعت

(۴) وقت جي تناظر ۾ انسان جو مقام

(۵) انسان جي گهٽ ادراڪي

پهرين نقطي کي واضع ڪرڻ لاءِ احساس تنهائي ١٩ صدي توڙي ٢٠ صدي جي شاعر ۾ ڀرپور ملندي شيلي ۽ بائرن انساني . قومي يا شخصي آزادي جا علمبردار آهن ۽ ان مقصد جي حاصل ڪرڻ ۾ ناڪامي جو احساس ٿئي ٿو ته هڪ بيقراري ۽ تنهائي جو احساس اڀري ٿو

ڪيٽس جي احساس تنهائي پويان ان جي پنهنجي بيماري ۽ موت جو

خيال تو ايري تذهن تہ جيو اثائين.

And on the Shore of this wide world!
I Stand alone & think,
Till Love & fame to nothingness do sink.

اهڙي احساس کي حامي صاحب جي شاعري ۾ ڳولهي سگهون ٿا:

حـــالات زمـــاني جـــا مـــصـــيـــبت آهن
سچ پچ تہ قـــيـــامت جي عـــلامت آهن
جي پاڻ وســـاري ٿـــا گـــذاريون حـــامي
سي چـــار گـــهـــڙيون ئي تہ غنيـــمت آهن

ڪولرج وارو ڪراڙو ماڻهو خود ڪولرج آهي ان ڪردار جي حوالي سان چيو اٿائين:

Alone, Alone all, All alone
alone on wide wide sea
And never Saint took pity
My Soul in Alony.

ڪولرج جيئن مهاڻي جي ڪردار جي حوالي سان ڳالهہ ڪئي آهي اهڙي طرح حامي صاحب پنهنجي شاعريءَ ۾ پنهنجو پاڻ کي ڪردار بڻائي احساس تنهائي جي شديد جذباتي سوچ کي ٻني جي پيشاني تي هيئين نموني پڌرو ڪيو آهي

پاڻ ۾ گم ٿي سچاتم پاڻ کي پوريءَ طرح
خود بخود آئي نظر مقصد سندي منزل مونکي
خيرپور ۾ خيرپور وارن کان ڀي آهيان پري
ڪنج تنهائيءَ سندي مولا ڏني محفل مونکي

ايترن شاعرن بعد هڪ عملي طرح پختي، پرعزم ظلم جي اڳيان سر نه جهڪائڻ واري هڪ اهڙي پرجوش جوان جذبي واري ذات ڏٺيءَ جو ذڪر نه ڪرڻ موضوع سان ناانصافي سمجهندس اهو سچو شاعر جيڪو اسان اڳيان ڪوڙ ۽ ظلم اڳيان ڪنڌ جهڪائڻ جي انڪار جي ڏوهه ۾ بک وگهي احتجاجن پنهنجو جيون وڃائي زنده جا وداني ماٺي

اهو مانجهي آئرلينڊ جي سرزمين جو سونهري سهڻو سندر سج هيو سندس نالو بوبي سينڊس آهي پنهنجي هڪ طويل نظم ۾ پنجين بند جي آخر ۾ ڪجهه هيئن چئي ويو ته

هڪ سهڻو ۽ روشن سج
ڌرتيءَ جي ڇاتيءَ مان نڪري نروار ٿيندو
نئين روشنيءَ سان نئين شان سان
آزاديءَ جو سج
انقلاب جو سج

اهڙي طرح وري حامي سائين به سونهري سج نڪرڻ جو پڪو وسواس رکي ٿو هو پرامید آهي ته اسان جون محنتون ضايع نه ٿينديون اسان جون ڪوششون سڪڻيون ثابت نه ٿينديون پر اهي ڳلي ڳلي ۾ ڦهلجي اسان جي عظمت، همٿ ۽ محنت جي ڪستوري خوشبو ڪندائينديون رهنديون

جنهن رات تي هردم رنج ڏنا سا رات وهامڻ واري آ
آ سک جو سج ايرڻ تي هر ساعت ساعت پياري آ
هي جرم وستم هي جورو جفا هر وقت نہ هيٺن تي هوندا.
هڪ ڏينهن تہ ظالم هاريندو ۽ مظلوم جي آخر ساري آ
هر مرغ چمن ۾ موج ڪندو آزاد فضا ۾ اوج ڪندو
سب ماري ويندا جلد مري سڪرات تي جن تي جاري آ

اهڙن ئي خيالن جوُ ا ظهار اسان جي مزاحمتي ادب جو سرواڻ شاعر سرڪش سنڌي ڪندي چوي ٿو تہ

گهگهہ اوندهہ کي ڏسي ويهي جو دل هاري
رات جي پيٽ مان ڪا پرهہ ڦٽي پوندي آ
پيرُ ئي پير کجي پر جي لڳاتار کجي
ڪيڏي بہ هجي رات ڪٽي نيٺ ڪٽي

متي ڪيل سموري بحث ۽ تفصيلي تجزيئي روشني مان اها ڳالهہ پڌري پٽ معلوم ٿئي ٿي تہ حساس ذهني سوچ وارو باضمير قلمڪار ۽ انساني بنيادي حقن جو پرچارڪ تخليقڪار سموري دنيا جي جنهن بہ جوءِ ، وقت، حالت ۾ هجي پر هو ساڳوئي سوچ ساڻ هڪڙي ئي فلسفي جي پنهنجي سرجيل فن ۾ اپٽار ڪري ٿو. مٿئين مقالي جي روشني ۾ منهنجو اهو موقف بہ واضح ٿئي ٿو تہ اڄوڪي گڏجاڻي جو موضوع بڻيل شخصيت. عالم اديب. استاد شاعر مڃڙي ماڻهو ڊاڪٽر عطا محمد حامي جي ڪلام کي پوري دنيا جي شعوري فڪري ادب تخليق ڪندڙ سرجڻهارن جي صف ۾ شامل ڪندي ايئن چئي سگهجي ٿو تہ " حامي - عالمي شاعر آهي" .



# حامي هڪ غزل گو شاعر ...

منير سولنگي

غزل هڪ سخت جان ۽ ڏکي صنف آهي. هن تي ڪيترائي اعتراض ٿيندا رهيا آهن ۽ بار بار ٿيندا رهيا آهن. ته غزل هڪ پراڻي ۽ بيڪار شيءِ آهي. هن ۾ ڪوبه سلسلو ۽ ڪوبه رابطو ڪونهي ڪو. هن جو ميدان تنگ آهي .

مگر هي غزل جو هڪ معجزو آهي جو هيءَ صنف اڄ به زنده آهي ۽ پوري جوڀن تي آهي ۽ ادبي دنيا ۾ تمام گهڻي مقبول آهي سنڌ جي ڪيترن ئي قديم توڙي جديد شاعرن هن کي پنهنجي اظهار خيال جو وسيلو بنايو آهي. هن وقت غزل جو دامن ڪافي ڪشادو آهي. غزل جي مزاج ۾ به تبديلي آهي. ته ان جي بناوت ۽ اظهار ۾ به ڦيرو آيل آهي تنهن ڪري مان ائين چوڻ ۾ ڪابه هٻڪ محسوس نه ڪندس ته غزل هڪ اهڙو ازلي گهاڙيتو آهي، جنهن هر دور ۾ هر زماني جو ساٿ ڏنو آهي، ان سان گڏ پنهنجو روايتي حسن ۽ مرتبو به قائم رکيو آهي غزل جي آئيندي جي باري ۾ ڪنهن نقاد ائين به چئي ڏنو ته ايندڙ نسل جو شاعر غزل کي سڏ ۾ سڏ ڏيندو هاڻي ته غزل جي ميدان تنگ هجڻ جي شڪايت به ختم ٿي چڪي آهي.

شيخ اياز، تنوير عباسي، سليم ڳاڙهوي، نديم انصاري، حامي خيرپوري، ذوالفقار راشدي، شمشير الحيدري ۽ سنڌ جي ٻين ڪيترن غزل گو شاعرن. غزل کي تنگ دائري مان ڪڍي بي پناهه ڪشادگي ڏني آهي.

انهن شخصيتن غزل ۾ سياسي، سماجي، قومي ۽ اصلاحي موضوعن تي طبع آزمائي ڪئي هنن عشق و حسن جهڙن روايتي شين تي به پنهنجي خيالن جو

اظهار ڪيو آهي. اجوڪي صحبت ۾ "حامي خيرپوري جي غزل گوئي" تي مختر نظر وڌي وجي ٿي.

حامي صاحب پنهنجي غزليات ۾ رومانوي ۽ جمالياتي رنگ تمام گهڻي انداز ۾ ڀريو آهي. حامي صاحب نظريہ محبت، نظريہ عشق، فلسفہ حسن ۽ فلسفہ غم جهڙن ئوس موضوعات کي ظاهر ۽ واضع ڪرڻ لاءِ غزل جو سهارو ورتو آهي.

حامي صاحب وٽ عشق جو تصور تمام مٿاهون آهي. هن جي عشق ۾ غيرت ۽ خودداري آهي. هو عشق کي انهيءَ منزل ۽ مقام تي ڏسڻ گهري ٿو جتي عشق هر قيد ۽ پابنديءَ کان آزاد آهي. بيقراري ۽ جدوجهد عشق جو لازمي جزو آهي. عشق ۾ اهو ضروري نہ آهي تہ مطلوب يا محبوب جو وصال حاصل ٿئي، پر تمنا ۽ طلب جو پرخلوص هجڻ اشد ضروري آهي. اهو عشق جو ئي اعلىٰ ظرف آهي جو حسن کي عظمت ۽ وڏائي بخشي ٿو ۽ پاڻ کي سندس آڏو عاجزيءَ سان پيش ڪري ٿو: حامي صاحب فرمائي ٿو تہ:

حسن کي ڳورو ڪيم ۽ عشق کي هلڪو ڪيم.
هيئن ڪرڻ ڪپندو نہ هو مونکي الائي ڇو ڪيم.
پاڻ کي تڪليف ڏيئي دل جي دل راضي رکيم.
جسم جو ٿورو ڪينم پر روح تي ٿورو ڪيم.
حسن آهي بي بها ۽ دل بہ آهي بي بها.
بي بها تي بي بها ڏئي بي بها سودو ڪيم.

هتي لفظي تڪرار عجيب لطف پيدا ڪيو آهي جنهن کي حامي صاحب جهڙو غزل گو استاد شاعر ئي نڀائي سگهي ٿو.

ٻئي هنڌ هڪڙي غزل ۾ حامي صاحب عشق جو فلسفو هن ريت بيان ڪري ٿو ته:

"عشق جو دستور آهي اهو جو فتح شڪست ۾ ٻڌجي ٿي.
نيهن نوازش جن تي ڪري ٿو تن جا حال وڃائي ٿو.
علم و هنر سان هر فن مولا ٻڌجي سهڳي ٿو بيشڪ پر.
عشق ٻنان انسان اجايو پنهنجي عمر گنوائي ٿو"

حامي صاحب جو هڪ اهڙو مطلوب آهي، جنهن ڪي سنڌس اک تي ڏسي مگر پوءِ به هو حامي صاحب سان هر جڳهه تي ۽ هر حال ۾ گڏ آهي ملاحظه فرمايو:

اک نه ڏسي ٿي جنهن ڪي، تنهن سان عشق لڳائي ويٺاسون
کهڙي اٽانگي جاءِ تي پنهنجو پاڻ اڙائي ويٺاسون

يا

هر جڳهه هر حال ۾ ناهن پرين مونکان پري
قرب وارن لاءِ ڪو قيد نه مڪاني ڪين آ
حال آهر جي مليا الفاظ سي حاميءَ لکيا
ورنه پنهنجي دل جي پوري ترجماني ڪين آ

حامي صاحب حسن جو فلسفو اهڙن ته لفظن ۾ بيان ڪيو آهي جو هن کان اڳ ۾ ڪنهن به غزل گو شاعر اهڙيون تشبيهون حسن و عشق لاءِ استعمال نه ڪيون آهن. هو انهيءَ فلسفي پيش ڪرڻ کان اڳ ۾ سادن سودن لفظن ۾

پنهنجي محبوب جي آڏو پنهنجي محروميت جو اظهار هن ريت ڪري ٿو ته:

پاڳ وارا توڪيا هر ڪنهن نپ پال
مشڪندي ٽاري ڇڏيئه منهنجو سوال
تو سوا هر دم محرم جي ذهين
هر گهڙي توسان پرين پهرين شوال
تاب تنهنجي حسن جو دل ڇا جهلي
باهه جي آڏو ڪپهه جي ڇا مجال.

حامي صاحب حسن جي لڪل قوت ۽ طاقت کي محسوس ڪري ان کي باهه سان تشبيهه ڏني آهي ۽ عشق کي ڪپهه سان ڀيٽيو آهي. اها حامي صاحب جي ذوقِ جمال جي انتها آهي. حامي صاحب جو فلسفه محبت به هڪ عجيب ۽ انوکو رهيو آهي، هو جيستائين زنده رهيو تيستائين ان جي دل ۾ محبت جو ٻوٽو سرسبز رهيو هڪ هنڌ چوي ٿو ته:

مونکي ته پنهنجو يار يگانو بنائي ڇڏ.
پنهنجي نظر جو خاص نشانو بنائي ڇڏ
هيڪر وري اچڻ جو ڪو وعدو ڪري ته وڃ
گهر ۾ وڃي ويلي ڪو بهانو بنائي ڇڏ.

انساني زندگي غمن ۽ ڏکن سان ڀريل آهي دنيا جو ڪو اهڙو شخص ڪونهي جنهن کي ڪونه ڪو غم نه هجي. حامي صاحب کي به پنهنجي بي ثباتيءَ فنا جو هميشه احساس ۽ غم رهندو هو. انهيءَ جو اظهار هن هنن لفظن ۾ ڪيو آهي.

جو گذاريم چئن ڏينهن جو زمانو باغ ۾
بلبليون چپ ٿيون ٻڌي منهنجو ترانو باغ ۾
ناز سان مکڙيون ٽڙيون گل ٿي ڇٽي پٽ تي پيون
هن طرح هستيءَ جو پورو ٿيو فسانو باغ ۾
تون مسافر آهين اي حامي هيئنر منزل مٿاءِ
ڪيترو رهندين لڳائي آستانو باغ ۾.

۽ واقعي ئي حامي صاحب جي هستيءَ جو فسانو پورو ٿي ويو ۽ غزل جو هڪ اهم باب پڄاڻيءَ تي پهچي ويو.



# مرحوم عطا محمدحامي جي ياد ۾

نثار بزمي

کھڙا نہ منڙا ماڻھو منيادار ھليا ويا
بازار سڄي پئي آ خريدار ھليا ويا

بي رحم موت جي چنبي ۾ ھن ڪائنات جو ھر ساھوارو پنھنجا پساہ پورا ڪيو ڇڏي ۽ اوڏانھن ھليو وڃي ٿو جتان ڪو واپس نٿو وري . موت زندگيءَ جي سرحد آھي اھا سرحد سڀ ڪي اڳي ۽ پوءِ ٽپڻي ئي پوي ٿي. اھو وارو سڀ ڪي ونڻو پوي ٿو، بقول ڪنھنجي:

موت سي ڪس ڪو رستگاري ھي
آج وہ ڪل، ھماري باري ھي

وڇڙائيءَ ۾ مرحوم رشيد احمد لاشاري کان محترم عبدالرزاق راز تائين ڪيئي جواھر اسانجي مالھا مان ٽٽي اسانجي اکين کان اوجھل ٿي ويا. کھڙا روئڻا روئجن کھڙا سور پٽجن. موت ھڇاري کي ڪير سمجھائي تہ ظالم ! ھي چاٽو ڪرين اسان تي اھڙا ويل چو ٿو وھائين.

مرحوم ڊاڪٽر عطا محمد حامي بہ انھيءَ مالھا جو روشن داڻو ھو نہ تہ ماڻھن جي ھن مھاساگر ۾ ڪيئي خدا جا بندا پيا چرن ۽ ڦرن، مگر جن سان اکيون ملائي ساہ کي سرور ۽ سڪون ملي جن سان ڳالھائيندي من جون مرجھايل مڪڙيون ٽڙي پون جن سان گڏ ويھندي ڳڻيون ڳري ۽ غم غرق ٿي وڃن.

اهڙا عجيب انسان ڏهاڙي ڪونہ ڇمندا آهن. اسانجي خوشقسمتي هئي ۽ اسانجا نصيب نيارا هئا جو حامي صاحب جهڙي سدابهار شخصيت اسانجي حصي ۾ آئي هئي مرحوم پنهنجي مٿي هڪ انجمن هو.

جيڪڏهن يلجان نٿو تہ سال ۱۹۴۷ع جو سيپٽمبر مهينو هو. حيدرآباد جي ڏينهن جي پوئين خوبصورت اڌ مان گاڏيءَ جي انتظار ۾ پليٽ فارم تي پئي ڦريس تن ڏينهن مان ٽيپدارس ٽريننگ اسڪول جو شاگرد هوس،. ٻن ڏينهن جي موڪل وٺي پنهنجي اباڻي اجهي تي پئي آيس . آخر تہ گاڏي ۾ پنهنجي روايتي سازن سان گهنڊ گهڙيال وڄائيندي اچي اڱيان بيٺي مسافرن جي لهڻ ۽ چڙهڻ جي روايت ميلو مچائي ڇڏيو هو. خوش نصيبيءَ سان مونکي وهڻ لاءِ چڱي جاءِ ملي ويئي منهنجي ير ۾ ڪاريءَ شيروانيءَ سان هڪ صاحب اچي ويٺو.

چهرو صاف ۽ سٿرو. اڪيون ڳالهائيندڙ ۽ ڳڻ پريون. بريف ڪيس کي هٿيڪو ڪري اخبار پڙهڻ ويٺو. دل ۾ سرهائي آئي تہ وري بہ هم سفر تعليم يافتہ ۽ اخبار ۾ تہ آهي ڳالهايوسين ڪونہ. مگر اهو خاموشيءَ جو زهر نہ هن کان پيتو ٿيو ۽ نہ مونکان. پڇيائين :- ادڙا ! نالو ڇا اٿئي؟ جواب ڏنم سائين "نثار مرزاپوري هڪ وڏو ٺهڪ ڏئي چيائين. : ڇٻو تہ شاعر صاحب آهين ڇيم شاعر تہ نہ آهيان البت شاعر ٿيڻ جي ڪوشش پيو ڪريان. چيائين نانگن جي ٻر ۾ هٿ پيو وجهين، منهنجي صلاح مڃين تہ فاعلاتن ۽ فاعلن جي ڦندن مان نڪري اچ. شاعري مم اٿئي گوڏا ڇٽي هڪ هنڌ ويهاري ڇڏيندءِ.

جوانيءَ جي جذبن ۾ ان وقت مان اهو تہ سمجهي نہ سگهيو هوس تہ موصوف چرچا ٿو ڪري ۽ نيڪ صلاح ٿو ڏئي هاڻي مان سمجهان ٿو تہ مرحوم جا اهي لفظ ڪيترا نہ سچا ۽ ساڪانتا هئا. چند ڪلاڪن جي هم سفري سالن جي ساٿ جو سبب ٿي مون محسوس ڪيو ڇڻ سالن جو ساٿي هو. اهو مرحوم عطا محمد حامي هو جنهن سان منهنجي هيءَ پهرين چار چشمي هئي.

پاڻ خيرپور ريلوي اسٽيشن تي ٻنا پاڪر پائي لهي ويو ۽ مان روهڙيءَ تائين اڳتي وڌي آيس هن جي پيٽ ۾ مان هڪ الهڙ ۽ سيڪڙاڻ وات ڳاڙهو ڇوڪرو هوس ۽ پاڻ پڪو پختو ۽ نالي چڙهيو شاعر ۽ اهل قلم.

ڪراچيءَ ۾ ٽي وي اسٽيشن جي هڪ ڪشادي ڪمري ۾ محترم محمد بخش سميجو جي چوطرف گهڻا ئي شاعر اچي گڏ ٿيا هئا سون مخزن پروگرام لاءِ تي مشاعرا بيڪ وقت ٽيلي ڪاسٽ ٿيڻا هئا ۽ تقريبن ٽيهارو شاعرن ڪي سڏ هو. هونءَ ايترن صاحبن جي ويٺي ڪو چوپول ڪونه هو ڪمري اندر ڊبيل ۽ اڻ لڪا الفاظ پئي ڦريا، مگر مرحوم حامي جڏهن پنهنجي روايتي رنگ ۽ ڍنگ سان اچي نڪتو ته سڄو ڪمرو ڪڙڪي ويو. يا ڄڻ ڪنهن مائيٽي ڍنڍ جي بيٺل پاڻيءَ ۾ پٿر اڇلائي لهرون پکيڙي ڇڏيون. هڪڙو حامي ته ڪونه آيو ڄڻ ڪيئي حامي اچي نڪتا. ٽهڪن جا جلترنگ ٻري پيا. مائيٽي محفل اک ڇنڀ ۾ محفل زعفران زار بڻجي پيئي.

مرحوم انساني صورت ۾ هڪ فرشتو هو. محفلن جو ملوڪ، ڪچهرين جو ڪوڏيو اهڙو مرڪندڙ شخص مون ڪونه ڏٺو. دل ۾ ڪٿي ڪيڏا به درد ۽ دک هوندس مگر سندس چهري تي چانڊاڻ ۽ سندس دل ۾ ماهئي ڪير جهڙي اجراڻ هوندي هئي. مرحوم سان زندگيءَ ۾ منهنجيون تمام گهٽيون ملاقاتون ٿيون هو مونکي هر ملاقات ۾ موسم بهار جو ٻهريون گل نظر آيو. هڪ چهري تي ڪيئي روپ سجائڻ هو نه چاٽندو هو سندس دل ۽ زبان جي وچ ۾ ڪا وٿي نه هئي. جيڪي ڳالهائيندو هو اهو هنجي دل جو آواز هوندو هو. سچ سان ساٿ پڄاڙي تائين ڏيندو آيو.

جوبت کهو صاف کهو ستهري هو پلي هو
ڪڙوي نه هو ڪٿي نه هو، مصري ڪي ڏلي هو

ان شعر جي تفسير جا عڪس مرحوم جي چهري تي چٽا نظر ايندا هئا مرحوم سان هن ناچيز جا چڱا واسطا ۽ وجهه ۽ مان سمجهندو هوس ته مرحوم رڳو منهنجو ئي آهي، مگر اهڙي دعوئ هنجو هر آشنا رکندو هو اهو ٽڙندڙ گل موت جي بي رحم هٿ اسان کان ڇني ورتو. انجي سرهاڻ مٽيءَ ۾ دٻجي ويئي.

هاڻي اسان وٽ مرحوم جون يادگيريون باقي آهن. ماضيءَ جي کنڊرن ۾ جهاتيون وجهڻ سان صورت ته سامهون اچي ٿي مگر اهي لڙڪندڙ آواز اسانجي ڪنن سان ٽڪرائجن ڪونه ٿا. خيرپور مان خوشبو اڏامي ويئي محفلون اوڳيون ۽ موڳيون ٿي ويون ڪچهرين جي پيشانيءَ تان اها جرڪندڙ جهومر لهي ويئي يادش بخير ! سال ١٩٦٧ ڪن جي ڳالهه آهي سکر جي ڪلچرل سينٽر ۾ سنڌيءَ جو اعليٰ مشاعرو رچايو ويو هو جنهنجي صدارت ان وقت جي ايوبي منسٽر محترم محمد خان جوڻيجي ڪئي هئي ڪراچيءَ کان ڪشمور تائين اڪثر ڪري سڀ شاعر موجود هئا سابق خيرپور ڊويزن جو ڪمشنر مسٽر محمد اسلم باجوا ڊپٽي ڪمشنر سکر مسٽر آصف فصيح الدين وردگ، سردار غلام محمد خان مهر ۽ ڪيترائي اعليٰ عهديدار تاجر، بي ڊي جا ميمبران صاحبان وغيره موجود هئا. مرحوم حامي صاحب جي حاضري سون تي سهاڳ هئي مرحوم حبيب الله ڀٽي سان پوڳ چرچا مرحوم آغا عبدالنبي خان سان اوپاريون لهواريون ۽ شاعرن کي داد ڏيڻ جا داؤ ۽ پيچ مونکي اڄ به ياد آهن ۽ مرڻ تائين نه وسرندا.

محترمه نورشاهين سان مخاطب ٿيندي....

ادڙي ! اهو پيهر پڙهجانءِ.....

پيڻ! اهو بند ويهه پيرا پڙهجانءِ.....

وارا الفاظ، الفاظ نہ پر شربت جا مٺا ڍڪ هئا يا گلاب جا گل هئا، لڳي ٿو مشاعرو عروج تي آهي. ڪو شاعر سگهورو شعر پيو پڙهي ۽ حامي صاحب پنهنجي روايتي داد جو مظاهرو پيو ڪري اڄ اسين مرحوم جي چمن جو ڏينهن مرڪن ۾ لڙڪ لڪائي پوريءَ عقيدت ۽ الفت سان ملهائي رهيا آهيون اسين پنهنجين دلين ڪي دلجاءِ ۽ اکين کي آسيس ڏيڻ لاءِ هت اچي گڏيا آهيون ٻي صورت ۾ مرحوم جو قرض ادا ڪري رهيا آهيون. اهو اسانجو فرض آهي تہ اسين پنهنجي مري ويل مهربان جا ٿورا ۽ وڏ ورجايون ۽ انجو نالو ڳنهي پنهنجي نالان دلين کي نهال ڪريون. جدائيءَ جي بار لاهڻ جو اهو ئي تہ هڪ طريقو آهي؟

آخر ۾ منهنجي دعا آهي تہ مرحوم شال حورن جي هنج ۾ هجي ۽ الله تعاليٰ جي رحمت جا ڪکر هن تي وسڪار ڪندا هجن.

(آمين)



# ڊاڪٽر عطا محمد حامي هڪ آدرشي انسان

مختيار گهمرو

معاشرتي علم جي ماهرن جي راءِ آهي تہ نفرت، حسد، بغض، چوري، ٺڳي ۽ فساد اڻ ڇاڻا ٿي جهالت ۽ سچائي غير يقيني حالتن جو نتيجو آهي ملڪ جي مالي وسيلن جي ڪوٽ يا انهن جو استحصال ٿي سماج ۾ سماجي برائين جو بدترين ڪارڻ آهي.

اهڙين غير يقيني حالتن ۾ ذهن منتشر ۽ مائوف ٿي ويندو آهي. اهڙين حالتن ۾ قومون مرده ٿي ونديون آهن ۽ اهڙين سوير ۽ سُهڻي سوچ ڪان وانجهيل قومن جي حالت ڪي ڏسي سنڌي ٻوليءَ جي مهان ڪوي شيخ اياز چيو تہ:
"جڏهن قومون مرده ٿي وينديون آهن تہ ماضي سان محبت انهن ڪي نئون جنم ڏيندي آهي".

پر اها بہ هڪ حقيقت آهي تہ جيڪي قومون، پنهنجي ماضيءَ سان محبت ڪنديون آهن اهي هميشہ زنده ۽ جاويدان رهنديون آهن ۽ اسان جي اها زنده روايت آهي تہ اسان پنهنجي ماضيءَ ڪي هميشہ منو گهريو آهي ۽ انهيءَ پياري روايت جي حوالي سان اڄ اسان ماضيءَ جي جهروڪن ۾ جهاتي پائي ڏسڻ لاءِ جنهن ڏاتار ذات ڏٺي ۽ ڏياوان شخصيت جو مرڪٽو ۽ محبوب مل ڏسڻ گهرون ٿا سو آهي هڪ سدا امر ۽ سوڪٽو انسان **پروفيسر ڊاڪٽر عطا محمد حامي.**

حامي صاحب جي سدا بهار شخصيت گهڻ ڳڻي ۽ گهڻ پاسائين شخصيت آهي جنهنڪري هڪ ٿي وقت سنڌس سڀ ڳڻ ننا ڳڻي سگهجن تنهنڪري مان سنڌس شخصيت جي گلدستي مان فقط هڪ گل جو واس اوهان تائين پهچائڻ جي

ڪوشش ڪندس ۽ ان هڪ گل جو نالو آهي سماج سڌارڪ.

سنڌ وطن جي ڏاهي ۽ هن خيرپور جي ٿي خطي جي خوشبوء. شاهه ۽ سچل جو پارکو ڊاڪٽر تنوير عباسي. چوي ٿو " حامي صاحب جناح اسپتال ۾ زير علاج هو مان سندس طبع پرسي لاء ڪراچي ويس. ان بعد مان ۽ ڊاڪٽر سليمان شيخ صاحب سندس معالج ۽ پنهنجي دوست ڊاڪٽر سلطان فاروقيء سان حامي صاحب جي صحت ۽ علاج جي باري ۾ صلاح مصلحت لاء وياسين. ڳالهين دوران ڊاڪٽر سلطان فاروقي چيو تہ: "توهان جو هي خيرپور جو پروفيسر ڪهڙي قسم جو ماڻهو آهي؟ مون وٽ ڪيترائي پروفيسر علاج لاء آيا آهن پر دوستن ۽ ملڻ وارن جو جيترو انبوهہ هن پروفيسر وٽ موجود رهي ٿو اهو مون ڪنهن ٻئي پروفيسر وٽ نہ ڏٺو".

حامي صاحب پنهنجي سموري زندگي غريب، مسڪين ماڻهن ڳوٺ وارن، يارن دوستن، شاگردن، ڏيٺ ويٺ وارن توڙي ٻين اڻ ڏٺن انسانن جي لاء وقف ڪري ڇڏي هئي ۽ ان جي موٽ ۾ ماڻهن بہ استاد حاميء کي اڻ ميو پيار ۽ محبت ڀرئي عقيدت ڏني مون تہ ائين ڏٺو ۽ محسوس ڪيو تہ ڳوٺ وارا توڙي ٻيا ماڻهو حامي صاحب کي مرشد جيڏو مان ڏيندا هئا. مان هتي حامي صاحب جون ڪجهہ ٻڌل ۽ ڪجهہ ڏٺل ڳالهيون ۽ واقعا بيان ڪرڻ گهران ٿو جنهن مان استاد حامي صاحب جي شفقت انسان دوستي ۽ محبت جون ڪجهہ جهلڪيون نظر اينديون ۽ اهي ئي خوبيون تہ آهن جيڪي هڪ سماج کي سدارڻ واري انسان ۾ موجود هونديون آهن ۽ سماج محبت سان ئي تہ سڌاري سگهجي ٿو.

هڪ دفعي استاد حامي صاحب ڳوٺ واري لاڙي وٽ بس اسٽاپ تي خيرپور وڃڻ لاء ويو تہ اتي هڪ شاگرد ڏاڍو پريشان بيٺو هو. حامي کي ڏسي چيائين " سائين اسڪول دير سان پهچندس ڪافي دير کان بيٺو آهيان سواري ڪونہ ٿي ملي توهان استاد ڏي چئي لکي ڏيوم تہ جيئن مار کان بچان حامي

صاحب چئي ته لکي ڏنس پر ان شاگرد کي سائيڪل به وٺي ڏنائين ته جيئن غريب ۽ هوشيار شاگرد مهل تي اسڪول پهچي ۽ سڪون سان علم پرائي سگهي. استاد حامي صاحب جون اهڙيون ڪوڙ قرب ڪهاڻيون آهن هن ڪيترن ئي شاگردن جي هڙئون توڙي وڙئون مدد ڪري کين علم جي زيور سان سينگارڻ جون خدمتون سرانجام ڏنيون.

حامي صاحب صحتمند ۽ اجتماعي سوچ رکندڙ هڪ سماج سڌارڪ انسان هو. سندس سوچ هميشه انسان ذات جي ڀلائيءَ ۽ معاشري کي خوبصورت بنائڻ جي سوچيندي رهندي هئي. هو هڪ وقت جو نبض شناس ۽ فرض شناس انسان هو جنهن کي هميشه پنهنجي جوابدارين جو پورو پورو احساس هو.

شيخ اياز چواڻي: "اي انسانذات مان اجا تائين تنهنجو قرضي آهيان ۽ ڪيتري به تنهنجي خدمت ڪيان پوءِ به قرضي رهندس". تڏهن ته استاد حاميءَ به پاڻ کي هميشه انسانذات قوم، وطن، پيار، امن ۽ ڀائيچاري جون ڳالهيون ظاهر ظهور نظر اچن ٿيون. وٽس ذات پات يا رنگ نسل جو ڪو به وڇور يا ڀيد ڀاءُ ڪونهي.

ذات ڪذات کي پاڻ نه چاڻون، چهڙو ڀنگي ڪوبه هجي.
نينهن نوازيو جنهن کي تنهنجا گولا ٿي ته گذاريون ٿا.

استاد حامي هڪ سچو سنڌ دوست ۽ سنڌ واسي هجڻ جي باوجود شاهه سائين وانگر عالمي سوچ رکندڙ هڪ وسيع نظر رکڻ وارو ڏاتيار هو. ساري انسان ذات سندس دوست ۽ سارو ڌرتيءَ گولو سندس وطن هو. هو محبت جي مذهب جو پوئلڳ هو تنهن ڪري ٻيا ڌرمي يا مذهبي ليڪا سندس ذهن کي محدود

ٻڌائي نہ سگھيا.

ڪنهن سان بہ ڪائنات ۾ ڪلفت نہ ٿا رکون،
مذهب اسان جو آهہ محبت خدا گواهہ.

روس جي مفڪر شوپنهار چيو آهي تہ: "جيڪو ماڻهو صاف سوچيندو آهي اهو ئي صاف صاف ڳالهائيندو آهي". اهو ئي سبب هو جو حامي صاحب هميشہ بيباڪ ۽ صاف صاف ڳالهايو. هن هميشہ سچ چيو ۽ ڇتو سچ چيو، ان ڪري گهڻن ماڻهن کي سندس چيل سچ هميشہ ڪڙو لڳندو. چاڪاڻ تہ سچ هميشہ ڪڙو هوندو آهي. سندس هڪ چوڻي آهي تہ "قباحت ڪعبي ۾ ملي تہ بہ ڦٽي ڪريو، چڱائي چڪلي مان ملي تہ بہ کڻي وٺو". سندس انهيءَ چوڻي جو مطلب اهو وڃي ٿئي ٿو تہ خراب شيءِ هر حال ۾ خراب ۽ بري شيءِ هر صورت ۾ بري آهي.

حامي صاحب جڏهن حرمين شريفين حج جي سعادت حاصل ڪرڻ لاءِ ويو، تڏهن اتي قربانيءَ جي گوشت کي گهڻي انداز ۾ گڏ ٿيندي ۽ ضايع ٿيندي ڏٺائين تہ سندس وسيع نظر ذهن ۾ هڪ سوچ سرجي آئي ۽ هن تجويز سوچي ورتي ۽ حڪومت کي هڪ اسڪيم جوڙي گوشت کي لاڀائتو ۽ ڪارائتو بنائڻ جي صلاح ڏني جيڪا حامي صاحب جي ڪتاب ۾ منظوم سفر نامي جي صورت ۾ اجهو هنن خوبصورت لفظن جي صورت ۾ محفوظ آهي.

بلڊوزرن ڇڪي ٿي ڪٺل جانور ڪڍيا،
کُهلي سيئي ٿي آگ حوالي ڪري ڇڏيا،
هي گوشت ڪنهن بہ ڪم ۾ اچي ڪونہ ٿي سگهيو،
بي سود ناس ٿيو ٿي بچي ڪونہ ٿي سگهيو.

اسڪيم ڪا هجي ها سگهائن ها گوشت کي.
ڪنهن خير جي عمل ۾ لڳائن ها گوشت کي.

۽ پوءِ جلد ئي سعودي حڪومت طرفان گوشت کي محفوظ ڪري ضرورتمند ملڪن ڏي موڪلڻ جي اسڪيم تيار ٿي ۽ اڄ تائين ان تي عمل ٿي رهيو آهي ۽ اهو بہ عين ممڪن آهي تہ حامي صاحب سفارت خاني جي عملدارن سان ڳالهہ ٻولهہ ڪري حڪومت جو انهيءَ مسئلي جي طرف ڌيان ڇڪايو هجي.

حامي صاحب وڏيرڪي ماحول جو فرد هجڻ جي باوجود بہ هن پاڻ کي مسڪين ماڻهن جي ايترو قريب رکيو جو مسڪين ماڻهو حامي صاحب سان دلي عقيدت ۽ محبت ڪندا هئا. ان جو هڪ مثال هي بہ آهي تہ جڏهن هي مسڪين ماڻهن جي دلين تي راڄ ڪندڙ بي تاج بادشاهہ 1953ع ۾ پنهنجي تڪ مان ليجسليٽو اسيمبليءَ جي ميمبريءَ جي چونڊ لڙيو تہ هن هڪ پراڻي ۽ تجربيڪار سياستدان الله بخش عباسيءَ جهڙي ماڻهوءَ کي وڏي اڪثريت سان شڪست ڏني. حامي صاحب مسڪين جي اهڙي محبت . پيار ۽ پاڻپهہ واري رشتي کي ڏسي هميشہ ائين چوندو هو تہ ابا غريبن جي اڪثريت هئي ان ڪري مان غريب چونڊجي آيس ۽ وڏيرن جي وچي چوٽي لڳي".

چونڊ لڙڻ کان پوءِ حامي صاحب جڏهن سڄي اسيمبليءَ ۾ بس هڪ پاڻ ئي اڪيلو حزب اختلاف ۾ وچي ويٺو ۽ پاڻ ئي ليڊر بہ هو تہ ايوان بہ. پر هڪڙي حق ۽ سچ جي حمايتيءَ پنهنجي سچ گوئي ۽ بيباڪي سان سڄي اسيمبليءَ واري حڪومتي پارٽيءَ جو نڪ ۾ دم ڪري ڇڏيو حڪومتي پارٽيءَ طرفان حامي صاحب کي ۽ سندس ضمير کي خريدڻ لاءِ جتن ڪيا ويا. ايتري قدر جو ٽيڪسٽائيل مل طرفان ڪيس 13 ڪيڙي جون ڳنڙيون رشوت طور

آڇيون ويون. انهن ڳڻڙين جو انهيءَ دور ۾ ملهه 6000 رپيا هو جيڪو هن وقت تقريبن ڏيڍ لک کان به مٿي وڃي بيهندو. پر حامي صاحب هڪ آدرشي انسان هو جنهن اهڙيون هزارين لالچون پنهنجي لت جي نوڪر سان ٺڪرائي ڇڏيون ۽ هميشه واڃائي واڃائي چوندو رهيو ته: " مان مسڪين آهيان ۽ مسڪينن جي ووٽ تي چونڊجي آيو آهيان. ان ڪري مسڪينن جي حقن تي ڌاڙو نه هڻندس مسڪين آهيان ۽ جهڙي تهڙي حال ۾ مسڪينن سان رهندس".

حامي صاحب جو ڪلام سندس با عمل زندگي جو آئينو آهي. هن جيڪي چيو ان تي عمل به ڪيو آهي. سندس نظر ۾ خلق جي خدمت هڪ آدرشي عمل آهي جيڪو عبادت کان ڪنهن به حالت ۾ گهٽ ڪونه آهي.

خالق کي خوش رکڻ جو سليقو اهو اٿي،
خادم ٿي عام خلق جي خدمت جي ڳالهه ڪر.

يا

ڪر عبادت پر انهيءَ سان قوم جو ڀي رک خيال،
بندگي ۾ آهه شامل. قوم جي خدمت ڪرڻ.

دنيا جي مڃيل سماج سڌارڪ مدرٽريسا ڌرتيءَ گولي تي انسانن ۾ محبت جي کوٽ کي محسوس ڪندي چيو ته" اسان کي ان جي اٿاڻ نٿي ماري پر محبت جو ڏڪر تو ماري".

حامي صاحب به انساني هردي مان محبت جي ڏڪر کي پرکي ورتو تڏهن سندس قلم مان نڪرندڙ هر حرف محبت جو پرچار ڪيو آهي. حامي صاحب پاڻ محبتي ماڻهو هو. سندس محبت جي کهڙي ڳالهه ڪجي سندس دل ۾ سدائين محبت جو سانوڻي درياهه ڇوليون هڻندو رهندو هو. حامي صاحب جو

تہ مذهب ئي محبت هو. ۽ جيڪو ماڻهو محبت کان وانجهو آهي اهو سندس نظر ۾ انسان نہ پر حيوان کان بہ بدتر آهي.

محبت سان ئي سچ پچ آدمي انسان ٿيندو آ.
محبت جنهن ۾ ڪين آهي اهو حيوان ٿيندو آ.

اڃا بہ حامي صاحب محبت کي پنهنجي لفظن ۾ الله جو احسان ۽ پنهنجو مذهب سڏيندي چيو تہ:

محبت زور سان زر سان يا زاريءَ سان نہ ملندي آ.
اهو ڪنهن مٿان الله جو احسان ٿيندو آ.

حامي صاحب سراپا محبت هيو. سندس انسانذات سان محبت محسوس تہ ڪري سگهجي ٿي پر لفظن ۾ هرگز بيان نٿي ڪري سگهجي پر اهڙي محبتي ماڻهوءَ جي قومي غيرت جو وري اهو عالم هو جو هڪ دفعي پير ڳوٺ ۾ "لطيف جو ڏينهن" جي هلندڙ جلسي ۾ ڊاڪٽر الهداد ٻوهئي صاحب جڏهن مک مهمان جي حيثيت ۾ تقرير ڪندي حامي صاحب جي موجودگيءَ ۾ انڪساري سان چيو تہ "استاد حامي صاحب جي سامهون مان ڇا ٿو ڳالهائي سگهان. منهن جي حالت تہ ان مشهور چوٽي وانگر آهي تہ: " جيئن مغلن آئي فارسي وسري ويندي آهي. تيئن مون کان بہ سڀ ڪجهہ وسري ويو آهي".

اهي الفاظ ٻڌي حامي صاحب اٿي بيٺو جيڪو ساڳئي پروگرام جو صدر هو ۽ چيائين "بابا ڊاڪٽر صاحب توکي خبر آهي تہ مغلن سنڌ سان ڪيڏا ويل وهايا. تنهنڪري مون کي ڪجر سڏ پر مغل نہ سڏ" مطلب تہ حامي صاحب جهڙي قومي غيرت رکندڙ ۽ سنڌ سان محبت ڪندڙ ماڻهو وٽ سنڌ جو ويري

ڪجهہ ڪان بہ بدتر هو.

انسان جي عظمت کي سچو سمجهون ٿا.
هر ڪنهن کي اسان صاف سٺو سمجهون ٿا.
پر جو ديس جو دشمن ٿئي ٿو "حامي".
ان ڪڙم جي ويريءَ کي ڪتو سمجهون ٿا.

جڏهن حامي صاحب پنهنجي آخري بيماريءَ دوران جناح اسپتال، ڪراچي ۾ زير علاج هو تہ سيد غوث علي شاهہ صاحب، ان وقت جو وزير اعليٰ سنڌ سندس طبع پرسيءَ لاءِ آيو. شاهہ صاحب، حامي صاحب کي سرڪاري خرچ تي علاج جا دلاسا ڏڍا پئي ڏنا. پر حامي صاحب شاهہ کي چيو تہ "قبلا اوهان منهنجي علاج جي ڳڻتي نہ ڪريو. منهنجي حياتي جا ڏينهن جيڪي آهن اهي ٿي ٿيندا. اوهان مهرباني ڪريو. منهنجي ڳوٺ ۾ قائم هنري اسڪول لاءِ بلڊنگ منظور ڪري ڏيو ويچاريون نياڻيون منهنجي گهر ۾ تڏن تي وٺن جي هيٺان ويٺيون ٿيون هنر سکن ۽ اهو ئي آدرشي انسان جو شان آهي تہ پنهنجي زندگي جي پرواهہ نہ ڪن ۽ هر وقت ٻين جي ڀلائي جو سوچن ۽ ان ڪان وڌيڪ ڀيو سماج جو سڌارو ڪهڙو ٿي سگهي ٿو جو موت جي بستري تي بہ ٻين جي لاءِ سوچي ۽ اهڙي سوچ رکڻ حامي صاحب جهڙي انسان جو ئي شان آهي.

اهڙن انسانن لاءِ ئي تہ مولانا ابو الڪلام آزاد بلڪل سچ چيو آهي تہ "گلاب جي گل کي جهڙي نالي سان پڪاريو اهو گلاب جو گل ئي رهندو".

حامي صاحب بہ برابر هڪ انسانيت جو گلاب جو گل هو جيڪو ويندي ويندي بہ سماج جي سڌاري لاءِ خوشبوءِ ورڇيندو ويو. جيڪا جڳن تائين محسوس ٿيندي رهندي.

"حامي ٿيا سون دور نظر کان ته ڇا ٿيو،
دل کان اسان کي دور رکي ڪير ٿو سگهي".



# حقيقت آشنا حامي ...

آئم نائن شاهي

انسان کي زندگيءَ ۾ ڪيترن ئي ڪٺن امتحانن مان گذرڻو پوي ٿو سو منهنجي زندگيءَ ۾ مقصود گل جو اهو حڪم مون لاءِ سڀ کان وڏي ۾ وڏو ۽ ڏکئي ۾ ڏکيو امتحان آهي. تہ مان سنڌي زبان جي ممتاز دانشور البيلي اديب، شهزور شاعر ۽ عظيم انسان سائين عطا محمد حامي مرحوم و مغفور تي ڪجهہ لکان. زمين پيرن هيٺان کسڪي وئي آهي آسمان لاتونءَ جيان ڦرندي نظر ٿو اچيم. وقت ڄمي ويو آهي هڪ هنڌ ۽ دل جي ڌڪ ڌڪ بيهندي محسوس ڪري رهيو آهيان.

جڏهن مان، تصور ئي تصور ۾ ديو قامت حاميءَ تي نظر وجهي، وري پاڻ ڏي ٿو ڏسان، تہ مونکي زمين ۽ آسمان جي وچ وارو فاصلو ماپڻ کان متي ڏسڻ ۾ ٿو اچي. حامي عالم هو، مان طالب العلم. حامي پهاڙ هو، مان پٿري، حامي سمنڊ هو، مان قطرو. حامي قدآور هو ۽ مان پتڪڙو. منهن جي ڇا مجال آهي جو مان حاميءَ جي شخصيت، فڪر ۽ فن تي ڪجهہ لکي سگهان. بهرحال مان آيو آهيان هن ادبي گڏجاڻيءَ جي پليٽ فارم تان حامي جي حضور ۾ پنهنجي عقيدت جو اظهار ڪرڻ لاءِ.

" ٻلا هٿا ياڳ قائم خان سوهوءَ جا، جنهن جي گهر، عطا محمد حامي جهڙو لائق ۽ فائق فرزند پيدا ٿيو ۽ پلي هٿي پونءِ ڳوٺ قائم خان سوهوءَ جي جنهن جي ڀاڳي ۾ آيو حامي جهڙو حقيقت آشنا مائهو چمڪي پيا هوندا ڪيڙين جا ڪڙا ۽ روشن ٿي پيا هوندا سمورا رستا. ڳوٺ قائم خان سوهوءَ جي ڌرتيءَ

جا ۽ جشن ملهايا هوندا نيڪين جي ديوتائن ۽ نيڪ روحن گڏجي، عالم ارواح ۾ آڪاس تي ۽ ائين المت تي جڪي سال ۱۹۱۹ع جي تاريخ ۱ جنوري جنهن ۾ ڄائو سائين عطا محمد حامي جيڪا هر سال سنڌ سڳوريءَ جي ٻلاري ٻونءِ تي ٻئي دهرائبي تيسين جيسين ٻونءِ باقي هوندي.

عربيءَ ۾ هڪ چوڻي آ تہ "موت العالم موت العالم" معنيٰ هڪڙ عالم جو موت. هڪ جهان جو موت. انهيءَ منطقي ۽ تغيراتي عمل جي اصول مطابق ڄڻبو تہ هڪڙي عالم جو جمڻ، معنيٰ هڪ نئين جهان جو وجود ۾ اچڻ. هتي اها بہ وضاحت ڪندو هلان تہ عالم جي معنيٰ اهو ماڻهو جيڪو دنيا کي. ڪا نئين سيءَ نئين ايجاد. يا نئين پروڙ ڏئي. عالم اهو ناهي جيڪو ٻين کان لکيل ڪتاب پڙهائي يا پڙهي پڏائي تہ پوءِ بي ڏڙڪ چئي سگهجي ٿو تہ حامي بلاشڪ هڪ عالم هو. چوتہ حاميءَ پنهنجي طرفان پنهنجي بصيرت، فڪر ۽ ڄاڻ جي آذار تي نثر ۽ نظم جي صورت ۾ اسانکي گهڻو ڪجهہ ڏنو

حامي پنهنجي ذات ۾ هڪ دنيا هڪ جهان هو ۽ هو پنهنجي ان جهان ۾ پاڻ ئي سج جي سماني هئو ها - سج، جيڪو اڀرندو آهي تہ اجالو اگهي وڃڻ شروع ڪندو آهي. ۽ اونده پوئين پيرين پيچڻ لڳندي آهي. مڪڙيون ٽڙڻ لڳنديون آهن ۽ گل لڙڪ وهائڻ بند ڪري ٽهڪڻ لڳندا آهن ڌرتي جي جهوني سائي ٿيڻ لڳندي آهي ۽ ٿارين جي پاڪرن ۾ "قر" جوين حاصل ڪرڻ لڳندا آهن. تعميري طاقتون ڪر موڙي جاڳڻ لڳنديون آهن ۽ تخريبي جماعتون پناهون ڳولڻ لڳنديون آهن. ها. حاميءَ بہ بلڪل اهو ڪردار ادا ڪيو. چوتہ سج جو ڪردار اهو ئي آهي.

مون حاميءَ کي ڏٺو ههي، پر ڪڏهن ڪڏهن. ملياسين ضرور. پر ڪن مشاعرن ۾ ڪهڙي وقت لاءِ تہ ٿوري وقت لاءِ پر مون حاميءَ کي جڏهن بہ ڏٺو کلندي ۽ کلائيندي ڏٺو. مڙس جي دل ۾ تہ الائي ڪيڏا ڪيڏا طوفان سمايل ۽

الائي ڪيترا ڏک سور سانديل هوندا ڇوته ڪنهن به انسان جو انهن آفتن کان بچڻ ممڪن ئي ڪونهي جيئن فارسيءَ جي هڪ شاعر چيو آهي.

"دراين دنيا ڪسي بي غم نه باشد.
اگر باشد بني آدم نه باشد."

۽ حامي خود به انهيءَ ماجرا جي تصديق، پنهنجي غزل جي هڪ شعر ۾ هن ريت ڪئي آهي.

غم ضروري آهه. دنيا جو هجي يا دوست جو
غم بنا. خالي جيئڻ ڪي زندگي ڇو تو سڏين!.

پر مون سندس منهن ڪڏهن به ڪوماڻل نه ڏٺو نه ڪو سندس نراڙ تي گهنج پيل ڏٺم. حامي جنهن پايي جو اديب ۽ شاعر هو. مون اوڏو نٿ ئانگر ڪڏهن به حامي ڪي نه ڏٺو. هو جڏهن به نظر آيو سادي قميض. شلوار ۽ ڪراڪلي ٽوپيءَ ۾ نظر آيو حاميءَ جي عزت. عظمت ۽ شخصيت سڀ ڪجهه سندس سادگيءَ مان اوچي ڳاٽ نظر ايندو هو خوش طبعي حامي جي خوشدلي. خوش اخلاقي ۽ نيڪ سيرتيءَ جي علامت هئي.

شهنشاهه اورنگزيب جي هڪ صاحبزادي، شهزادي "زيب النساء" فارسي جي مشهور شاعره هئي مخفي تخلص رکندي هئي سندس شاعري جو مجموعو ديوان مخفي جي نالي سان ڇپيل به آهي ان کان ڪنهن پڇيو ته اوهان شاهي گهراڻي جي شهزادي هوندي به پنهنجي زيب زينت ڏانهن. ڇوتوجه نه ڏئي رهيون آهيو؟" ته جواب ڏنائين:

"دختر شاهم و ليڪن رو به فقر آورده ام.
زيب و زينت بس همينم نام من زيب النسا است."

سو حاميءَ جي سونهن سوڀيا. شان ۽ مان حامي جي اڇن ڪپڙن ۽ اعليٰ رک رکا. جا محتاج نہ ٻر سندس رواجي سفيد پوشي ۽ حامي هجڻ سان لاڳاپيل هئا.

حامي مصنف بہ هئو تہ محقق بہ. حاميءَ ڪيترائي ڪتاب تصنيف ڪيا. جن مان ڪجهہ ڇپيل آهن ۽ ڪجهہ اڃا ڇپائيءَ جي انتظار ۾ آهن. پاڻ ڪافي تحقيقي تاريخي ۽ علمي ادبي مقالا ۽ مضمون بہ لکيائين جي وقت بوقت ملڪ جي رسالن اخبارن ۾ ڇپيا رهيا. ۽ اهڙي طرح تاريخ ۽ تحقيق جي ڪجهہ اهڙن پاسن تان پردو پري ڪيائين جيڪي اڳ بہ اسانجي نگاهن کان لڪل هئا.

حامي هڪ بهترين شاعر بہ هو. هو جهڙو پاڻ صاف دل، اڇي اجري سيني جو مالڪ . سڌو سادو انسان هو اهڙو ئي سندس شعر بہ سيني فني لوازمن سميت پاڪيزه، سليس ۽ سلوڻو پڪو ۽ پختو هو. جنهن ۾ هڪ استاد شاعر هجڻ جون هڙئي خوبيون موجود آهن.

مان مٿي چئي آيو آهيان تہ مون حاميءَ کي ٿورڙن هنڌن تي، ٿورڙي وقت لاءِ ڏٺو تہ پوءِ سوال پيدا ٿو ٿئي تہ مون کي حامي جي ايترن ڳڻن ۽ ڳوڙهاين . خوبين ۽ خامين جي خبر ڪيئن پئي؟ تہ ان جو جواب، مان ساڳئي شهزاديءَ زيب النساءِ جي هڪ مصرعي جي صورت ۾ ڏيندس:

"مر کہ ديدن شوق داره در سخن بيندسرا"

سون مون بہ حاميءَ کي حامي سان گڏجي ويهڻ ۽ ساڻس ڪچهرين ڪرڻ ۾ نہ بلڪہ حامي کي حاميءَ جي سخن (شاعري) ۾ ڏٺو. هن جي علمي استعداد، اخلاق جي بلندي، ڪردار جي وڏائي ۽ سدابهار شخصيت ۾ ڏٺو. ڏٺو ۽ چٽو پٽو ڏٺم.

هڪ شاعر ڪي پنهنجي ضمير سان گڏ، سماجي، معاشي ۽ معاشرتي بي انصافين سان برابر جانبدار ۽ جوابدار رهڻ گهرجي. پر ڇوي اهو ڪجهه جيڪو پاڻ به ڪري سگهندو هجي. اهو سچو ۽ آفاقي شاعر آهي اهڙيون ڊاڙون ۽ ٻٽاڪون نه هڻي ٻڌائي جيڪي پاڻ پوريون ڪري نه سگهي. جذباتي نعرا، انتهاپسندي جي صلاح، گندا گندا جملا. ڌمڪيون ۽ دڙڪا ڏئي ٻڌائڻ ۽ ان تي عمل نه ڪرڻ. ڪوڙي شاعر جي ڪوڙي شاعري آهي. انکي جدت ڪڏهن به چئي نه ٿو سگهجي. ان سان بغاوت لفظن ۽ ٻوليءَ سان هٿ چراند اصول شاعريءَ کان فرار جي نشاني آهي قابليت ۽ قادر الڪلامي نه حامي اهڙين سڀني ڳالهين کان آجو ٿو نظر اچي.

هن پنهنجي فڪر ۽ فن ، اصلاح معاشره پيغام سان سچو رهندي، بلند کان بلند ٿو افڪار ۽ نازڪ خياليون، مٺيون مليون چوٽون، تکيون تکيون تنبيهون، چڱيون چڱيون صلاحون، سهڻيون سهڻيون نصيحتون ۽ ڇٽا پٽا اشارا، سولي ۽ سٺائي ٻوليءَ ۾ اهڙن پيارن پيارن، لفظن ۾ من موهيندڙ شعرن ۾ ڏنا آهن. جو ٻڌڻ وارو بنا ڪنهن بري، محسوس ڪرڻ جي متاثر ٿيو وڃي ۽ پنهنجن اوڻاين پوڻاين تي سوچڻ لاءِ مجبور ٿيو پوي. حقيقت آشنا حامي جي حقيقت پسنديءَ جو هڪ مثال، سندس رباعيءَ ۾ هن طرح ملي ٿو:

"ناليءَ ڪي ڪڏهن بحر مڃيندا ناهيون
ماکيءَ کي اسان زهر سڏيندا ناهيون
پنهنجن جي شڪايت نه ڪنداسون ڪنهن سان
گلقند اندر گند گڏيندا ناهيون!"

يا ضمير جي سچائيءَ ۽ خوداريءَ جو هيءُ مثال؛

جـــهـــرڪيءَ ڪي ڪڏهن باز سـذيندا ناهيــون
گــدڙن ڪي ببــر شــيــر مــچــيندا ناهيــون
ســادا ۽ ســپــاجــهــا تہ برا بر آهيــون
غــيــرن ســان مگر ســورسلينداناهيــون.

يا خود داريءَ بابت سندس غزل جو هي شعر:

بدن مــان روح نڪـري تـو سگهي حـامي مگر ســرمــان،
ڪڏهن ممڪن نہ ٿي سگهندو جو خودداريءَ جي خو نڪري.

هڪ هنڌ، بي عمل ۽ ٻاڪي انسانن جا پرڪار هينئن ٿو پڌرا ڪري:

گنجــو ٿــو چـــوي وار ڪلهن تي آهن
ڪــدڙو ٿــو چــوي ٻار ڪلهن تي آهن
هن وقت جي چــا ڳــالهــہ ٻڌايان حــامي
بزدل ٿــو چـــوي بار ڪلهن تي آهن.

اها هڪ حقيقت آهي تہ خير جي خوبين تي وڏا وڏا وعظ ۽ تقريرون جهاڙي، خود ئي خير حاصل ڪرڻ وارن ملن ڪي، پنهنجي هٿن سان خير ڏيندي ڪڏهن بہ نہ ڏٺو ويو آهي. حامي اها حقيقت، نهايت دلچسپ اسلوب بيان ڪي اثرائتا لفظ ڏئي. هيئن قلمبند ڪئي آهي.

"تانگن جـــــو نظر پيـــــر نـ ايندو آهي،
بازن کي غــــذا غــــيـــــر نـ ڏيندو آهي،
پيـــرن کــان ملي پيـــر سگهن ٿــا ليـــکن
ملن جي هٿــــان خـــيـــر نـ ٿـــيندو آهي."

هن رباعيءَ ۾ بازن کي غذا غير نه ڏيندو آهي" بہ غور طلب نکتو آهي.

"شهباز پنهنجي غذا پاڻ حاصل ڪندا آهن ۽ پرمار پرائي ماريءَ تي پلبا آهن. اسان جي اڪثر محترم ملن جو اهو ئي طريقو آهي هو پنهنجي هٿ جي ڪمائيءَ کان وڌيڪ ٻين جي هٿن ڏي ڏسندا رهندا آهن. معلوم ٿيو تہ خاميءَ جي نظر ۾ اهڙي قسم جا ملان، پرمار جي حيثيت رکن ٿا. ها- پرمار جنهن جون ڪيتريون ئي معنائون ٿي سگهن ٿيون مرزا غالب جو هڪ شعر آ:

هم کـــو مـــعلوم هي جنت کي حـــقـــيــقت ليکن،
دل کي بهـلاني کـــو غـــالب يہ خـــيـــال اچـــهـا هي."

پر، جنت بابت، لالچي ملن جـو تصـور، غـالب جي تصـور جي بلڪل برخلاف آهي هن جون حريص نگاهون، جنت جي ايوانن ۾ بہ، جسماني تسڪين جو سامان ڏسڻ جون تمنائي آهن. خامي انهي حقيقت کي هڪ رباعيءَ ۾ هيئن بيان ڪيو آهي:

مـــــــلان کي لـڳـل آهـ بـرهـ جي ڪا باهـ
حـــورن جي تصـــور ۾ رهي ٿـــو گـــمـــراه
جنت ۾ انهن ســـــاڻ ڪندو هو شـــــادي
لاحــــــــول و لا قــــــــوة الا بـاالله !"

حاميءَ موجوده زماني جي ملان جي ڪردار تي گهڻو لکيو آهي ان ڪري جو بنيادي طرح ملان تي ئي صحيح نموني ۾ ديني احڪام، عام تائين پهچائڻ جو فرض عائد ٿئي ٿو پر هو جڏهن ڏسي ٿو تہ ملان پنهنجي فرائض کان غافل ٿيندو پيو وڃي. تڏهن هو دانهن ڪري چوي ٿو:

تفسير ريا سان پڙائين پيو ٿو؟
قرآن جي معنيٰ کي مٽائي پيو ٿو؟
رک دل ۾ ذرا خوف خدا جو واعظ!
ايمان کي الحاد بنائين پيو ٿو؟!.

اهڙي رياڪاريءَ جي نتيجي کان حامي خوفزده آهي هو چوي ٿو:

اسلام جي نالي ۾ نہ ماريو ماڻهو
گهٽتي ۽ مصيبت ۾ نہ ڳاريو ماڻهو
هي حال ڏسي، دين ڇڏي هو ويندا
بي دين بڻائي تہ نہ ڪاريو ماڻهو!"

خالص خدا ڪارڻ نماز ادا ڪرڻ حقيقي بندگي آهي ماڻهن کي مطيع ۽ متاثر ڪرڻ خاطر، ڏيکا، ڏيکا رکوع ۽ سجدا ڪرڻ، عبادت جي روح جي منافي آهن انهيءَ نڪتي کي هڪ شاعر فارسيءَ ۾ هيئن ادا ڪيو آهي:

کليد در دوزخ است آن نماز
ڪہ در روئي مردم گذاري دراز.

۽ حق پرست حاميءَ حقيقي عبادت لاءِ هي شرط ٻڌايو آهي:

"دل نہ سجدي ۾ جهڪي سر سان تہ قائم ٿي نماز
ورنہ ورزش کي اجايو بندگي چئو ٿو سڏين!

يا سندس هي مشورو:

سر کي جهڪائي رسم جي ورزش کي ڇا ڪندين
دل پڻ جهڪي، تہ پوءِ عبادت جي ڳالھہ ڪر"

قومي سڃاڻپ برقرار رکڻ ۽ انجي نگهباني ڪرڻ، هر قوم جو پيدائشي حق آهي قومون پنهنجي ٻولي ، لباس، ريتن رسمن، وڏڙن جي روايتن ۽ منفرد رواجن جي ڪري ئي سڃاتيون وينديون آهن حامي انهيءَ حقيقت جو اظهار هينئن پيو ڪري

ڪوڙي جي ڪڏهن ڳالھہ مڃيندا ناهيون
راتين کي اسان ڏينهن سڏيندا ناهيون
صدين کان روايت هي اسانجي آهي
وڏڙن جو ڪڏهن وير ڇڏيندا ناهيون."

جان وڃي، شان نہ وڃي اها اسانجي وڏڙن جي روايت آهي ۽ اوچي ڳاٽ زندگي گذارڻ انسان جي عظمت جي نشاني آهي حامي انهن اصولن تي قائم رهڻ لاءِ زور پيو ڀري.

"ڀل جان ڏجي" شان ٻچائڻ گهرجي،
وڏڙن جي روايت نہ مٽائڻ گهرجي.

همت سان جڳائي ٿو مرڻ توڙي جيئڻ
انسان جي عظمت نہ گهٽائڻ گهرجي.

تڏي آئي کي خون بخشيا ويندا آهن اها مشهور روايت بہ اسان سنڌ وارن جي ٿي رهي آهي سو حامي بہ انهيءَ روايت تي پوري سچائيءَ سان ڪاربند آهي هو چوي ٿو:

خبر ڪهڙي ڏيان اي دوست ! "حامي وٽ هلي ڏس تون
تڏي تي دل جي دشمن تان بہ هو قربان ٿيندو آ!

سنڌ جي ٻي هڪ عظيم روايت مهمان نوازيءَ جو بيان حامي جي زباني هيئن ٿو ملي:

دشمن بہ ڪو اڱڻ تي لڙي ٿو اچي تہ پوءِ
حامي ڪريون ٿا ان جي بہ عزت خدا گواه.

حاميءَ جي اهڙن شعرن مونکي شدت سان احساس ڏياريو آهي تہ حامي نہ رڳو اچيءَ دل وارو عظيم انسان عالم، اديب، شاعر ۽ دانشور هو پر هو چرندڙ ڦرندڙ تاريخ بہ هو تہ تهذيب ۽ تمدن بہ،. هن جو مثال انهيءَ انسائيڪلوپيڊيا جهڙو هو جنهن ۾ هر شيءِ جي معلومات موجود هوندي آهي.

حامي عشق بابت بہ پنهنجي خيالن جو اظهار ڪيو آهي. پر حاميءَ جو

عشق بازاري هڪ قسم جو عشق نہ آهي، هنجو عشق حقيقي ۽ پاڪيزه آهي هو عشق ۾ عاشق جي حالت جو نقشو هيئن ٺو چٽي:

"عـشق جي آغـوش ۾ دل کي ڪٿي ايندو قـرار،
باهہ ۾ ٻاري جـو ٽڪـرو پيـو تہ بي آرام ٿـيـو

جيتوڻيڪ عشق ماڻهوءَ کي انهي حالت تي پهچائي ٿو، تڏهن بہ حامي وٽ عشق جي وڏي اهميت آهي هو چوي ٿو

عـشق حـامي آهہ بيـشڪ آدمـيت جـو نچـوڙ
عـشق جنهنکي ناهہ تنهنکي آدمي چـو ٿـو سـڏين

عيش عشرت ۾ غرق اميرن ۽ سرمائيدارن پورهيت کي ڪڏهن بہ پنهنجو نہ سمجهيو آهي پنهنجو تہ پري رهيو هنن ڪڏهن بہ پورهيت کي پاڻ جهڙو نہ مڃيو آهي بلڪ ڪانئنس هميشہ نفرت ڪندا رهيا آهن حامي پورهيت جي عظمت اهڙن فرعونن تي هيئن واضع ڪئي آهي.

جن جي پورهئي جي پگهر جو روح تنهنجـو عـيش آ
ڪافـر نعـمت !" انهن کي اجنبي چـو ٿـو سـڏين.

هتي "ڪافر نعمت، چئي حامي پورهيت کي نعمت سان تشبيهہ ڏني آهي ۽ پورهيت جي اهميت کان انڪاري سرمايہ دار کي ڪافر نعمت سڏيو اٿس ايڏي وڏي چوٽ ڪي، شاعـر ڪهڙا نہ اخلاقي ۽ اصلاحي لفظ ڏنا آهن دل تي چوي سندس نانءُ کي چمي اکين تي رکڻ گهرجي.

شريف ۽ نادار ماڻهن تي، هر دور ۾ هر قسم جون ڏاڍايون ۽ بي انصافيون ٿينديون پيون رهن رئيسن، وڏيرن، واپاري، وڙن، آفيسرن ۽ عملدارن، لچن ۽ لوفرن چورن ۽ ڦورن هٿان هميشه عام انسان لتبو ۽ ڦربو رهيو آهي. حاميءَ جون باريڪ بين نظرون اهو سڀ ڪجهه ڏسنديون رهيون آهن ۽ ظالمن جي حيثيت هن هينئن متعين ڪئي آهي:

خدا جي خوف کان خالي جڏهن انسان ٿيندو آ
تڏهن شاگرد انجو شوق سان شيطان ٿيندو آ.

حامي اهڙن والضالين جي حد ۾ آيل انسانن کي توف يا ترار ڪونه ٿو هٽي، ڪين سهٽن لفظن ۾ صراط مستقيم هينئن ٿو ڏسي

خالق کي خوش رکڻ جو طريقو اهو اٿئي
خادم ٿي عام خلق جي خدمت جي ڳالهه ڪر

زماني ۾ انقلاب ايندا رهيا آهن ۽ ايندا رهندا ڪڏهن کهڙا ته ڪڏهن کهڙا. ڪجهه انقلاب هن قسم جا به ايندا آهن حامي ٻڌائي ٿو

ڪڏهن اهڙو به ايندو انقلاب آهي زماني ۾
ٻبر شيرن مٿان گيدي گدڙ سلطان ٿيندو آ.

پبلڪ جي بزدلي، جهالت، غفلت ۽ ڪوتاهي سبب جڏهن اهڙو انقلاب ايندو آهي ته پوءِ پبلڪ جي حالت ڪجهه هن قسم جي هوندي آهي:

تنهنجي رات کي جن روشن نہ سڏيو،
تنهنجي زهر کي جن ماکي نہ چيو،
تنهنجي پيرن ۾ پامال آهي انسان هزارين پيا ٿيندا.

سو ڳالهہ جي هڪ ڳالهہ تہ حامي اسان لاءِ هڪ وڏي وٿ هو. هن جي حياتيءَ ۾ اسان اعتبار ڪيو يا نہ ڪيو سوتہ اسانکي پنهنجي ضميرن کان پڇڻ گهرجي پر حامي پنهنجي لاءِ پاڻ جيڪا پيشنگوئي ڪري ويو آهي سا سو جي سو پوري ثابت ٿي چڪي آهي:

هن وقت نہ ٿو جو قدر ڪري،
هڪ ڏينهن اهو افسوس ڪندو
حاميءَ جي مرڻ کان پوءِ سندس
ارمان هزارين پيا ٿيندا"

اڄ سڀ ڪا اک حاميءَ لاءِ روئي رهي آهي هر ڪا دل هاءِ هاءِ ڪري رهي آهي هزارين چا ، لکين انسان حاميءَ لاءِ ارمان ڪري رهيا آهن پر حامي تہ اسان وٽان هليو ويو سو اسان وٽ موٽي اچڻ کان رهيو، هينئر ضرورت هن ڳالهہ جي آهي تہ حاميءَ جون سڀئي لکڻيون ۽ سمورو ڪلام گڏ ڪري، جلد از جلد ڇپايو وڃي حاميءَ سان عقيدت کي حقيقت جو روپ ڏيڻ جو سڀ کان سهڻو ۽ صحيح معنيٰ ۾ طريقو اهو ئي آهي اهڙي حامي امر کان امر بڻجي ويندو

اي "آثم" ! سيرت و اخلاق و تخليقات جي باعث،
حيات آهي هميشہ لئہ حقيقت آشنا "حامي".



# استاد حامي جا آخري ڏينهن

هدايت بلوچ

هو جي رنگ رنگين، سي ڪتي ڪنب ڪٽي ويا
اتاهون آٽين، ماڙهو ميرا ڪپڙا.

جنهن جو ڳالهائڻ مصرين ڳڙيون . جيڪو ڪچهرين جو ڪوڏيو ۽ محفلن جو مور، جنهن جي سموري زندگي پيار ۽ قرب جو وکر وهائيندي گذري، جيڪو مشاعري ۾ هجي ها ته مشاعرو ٻه رنگو ٿي وڃي ها. هڪ مشاعري جو پنهنجو رنگ ٻيو سندن ٽوٽڪن، ٽونٽڻ ۽ گهڙيءَ گهڙيءَ نون جملن ۽ فقرن جو رنگ . نه ڇڙو مشاعرو پر هر قسم جي ادبي ۽ غير ادبي محفل ۾ استاد حامي جو پنهنجو رنگ حاوي هجي ها اهو اڄ اسان وٽ ناهي انجي يادن جا اڻ وسرندڙ خزانا اسان وٽ موجود آهن.

هيءَ ڪا ديون، جنن، پرين، يا حورن جي ڪهاڻي ناهي پر هيءَ سنڌ جي هزارين ماڻهن جي منڙي ۽ ظالم استاد حامي جي ڳالهه آهي جيڪو ٣ جون ١٩٨٢ع جي هڪ نياڳي شام جو اسان کان ڌار ٿي ويو. استاد حامي ڪير هو، ڇا هو ۽ ڪيئن هو. اها ڳالهه نه ٻڌائڻ سان ٻڌائي سگهبي نه سمجهائڻ سان سمجهائي سگهبي. اها محسوس ڪرڻ جي ڳالهه آهي استاد حامي جو حظ انهي ورتو هوندو جيڪو ساڻس مليو هوندو يا گهٽ ۾ گهٽ هڪ دفعو ئي سهي سندس ڪچهري نصيب ٿي هوندي.

"بابا سائين" "پٽ" "ٻچا" منڙا" "ظالم" "قربدار" يا اهڙيون ٻيون

سهڻون ۽ پاڄهاريون صفتون سدائين سندس منهن ۾ هونديون هيون علم ۽ ادب جي هن پندار ڪڏهن ڪنهن کي ائين محسوس ڪرڻ نه ڏنو ته هو پي ايچ ڊي ڊاڪٽر آهي هو سادو، سڌو، صاف ۽ سڀاجهو سنڌي هو.

هڪ ڏينهن ادا (عنايت بلوچ) جيڪو هن وقت ريڊيو پاڪستان تربت، بلوچستان ۾ آهي سو ڪنهن ڪم سانگي ڪراچي آيل هو تنهن مونکي ٻڌايو ته استاد حامي ڪان ٿي آيو آهين مونکي ڪجهه خبر نه هئي سو حيرت سان ادا کان پڇيم ته ادا ڇا ٿيو آهي استاد حامي کي. رومال ڪڍي ڳوڙها اگهيائين ۽ ڪافي دير کان پوءِ ٻڌايائين ته يار بس اسان جا هيرا اسانکي ڇڏيندا ٿا وڃن اڃا سائين حسام الدين شاه راشدي جو زخم تازو آهي ته مٿان استاد حامي جي حالت ڏاڍي خراب آهي.

ادا ۽ مان جلد جناح اسپتال جي سرجيڪل وارڊ نمبر ٢ پهتاسين، جتي آخري ڪنڊ ۾ استاد حامي بيڊ تي ستو پيو هو استاد کي ڏٺم، سندس رنگ سرءُ جي پيلن پتن وانگر هيڊو ٿي ويو هو ۽ پاڻ هڏن جي مٺ. اسان کي ڏسي بسم الله پڙهيائين. سندس ڳالهائڻ ۾ ڪو فرق ڪونه هو ساڳيو ئي پوڳ چرچو. ساڳي مزاح ۽ طبيعت ۾ اها ئي رنگيني، چوڻ لڳو پٽ مونکي ڪجهه به نه ٿيو آهي بس ٿوري تڪليف آهي ٺيڪ ٿي ويندي. شايد ڪجهه ماڻهن جو اهو خيال آهي ته ڪو ڪينسر ٿيو آهي پر اهو غلط آهي مونکي ڪينسر ناهي. پرينهن آپريشن ٿيڻو آهي مان ڇو گهبرايان، بابا سائين مان هاڻي به چاهيان ته سڄي سنڌ جو دورو اڪيلو ڪري اچان. هي ته ائين ئي ڇوڪرن زور پريو ته طبيعت ڏيکاري اچان. تڏهن آيو آهيان سندس ظاهري صحت ڏسي دل لڙهي پئي هئي پر سندس ڳالهيون ٻڌي ڏاڍو آٿت مليو انهن سيني ڳالهين ڪرڻ کان پوءِ ٿورو سنجيدو ٿي چيائين پر منهنجي بدقسمتي اها آهي ته منهنجي امڙ اڃا جيئري آهي مون سندس اکين ۾ نهاريو جيڪي آليون ٿي چڪيون هيون ۽ انهن ۾ چمڪ هئي. ادا ۽ مان

پڻ روئي ويٺا سون وڏيڪ ڇياڻين ته ٿورو عرصو اڳ منهنجو ياءُ گذاري ويو ان جي ڏک ۾ امڙ اجا گهلبي ٿي وتي. ٿوري وقفي کان پوءِ سائين هر هر ان ڳالهه تي زور ڀئي ڀريو ته ابا مونکي پرائيويٽ وارڊ وٺي ڏيو هتي منهنجا ملڻ وارا ڪئي يار دوست اچي رهيا آهن جن کي ويهارڻ لاءِ ڪا جڳهه ڪانهي. تنهن کانپوءِ ڪجهه دوستن ۽ شاعرن کي ياد ڪرڻ لڳو جن ۾ تاجل بيوس جو نالو ياد آهي. مون ايندي ئي تاجل بيوس کي ٻڌايو ته يار سائين حامي صاحب توکي سنڀاري رهيو هو تنهن کان جيترو جلد ٿي سگهيئي ٿي آءُ. ٻي ڏينهن تي تاجل بيوس استاد وٽ ويو ۽ سندس حالت ڏسي سندس پيشاني تي چمي ڏني استاد چيو "ظالم ائين ته نه ڪر".

اديبن، دانشورن ۽ ٻين دوستن جو وفد جڏهن سائين حسام الدين شاه راشدي جي ڇاليهي تي نئي ويو اتي سائين غوث علي شاه کي چيو ويو ته استاد حامي جي علاج ۽ ڪيس پرائيويٽ وارڊ وٺي ڏيڻ لاءِ ڪجهه ڪريو ڊاڪٽر نواز علي شوق، جيڪو روزانو استاد جي مزاج، پرسي لاءِ ويندو هو تنهن ۽ ادا شاه صاحب کي اها ڳالهه ٻڌائي سنڌ گريجوئيٽس ايسوسئيشن ڊاڪٽر سليمان شيخ پڻ ان ڳالهه ۾ خاص دلچسپي ورتي. شاه صاحب ٻڌايو ته مونکي خبر ناهي ته ڪو حامي صاحب هتي زير علاج آهي. صاحب وڏيڪ چيو ته آءُ سڀاڻي پاڻ ڪيس ڏسڻ ويندس. طئي اهو ٿيو ته ٻي ڏينهن تي سائين غوث علي شاه، ادا ۽ ڊاڪٽر نواز علي شوق سان اسپتال گڏجي ويندا. واعدي موجب ٻي ڏينهن تي شاه صاحب جن استاد وٽ اسپتال ويا ۽ سندن مزاج پرسي ڪيائون ۽ اسپتال جي عملي کي به شايد ڪجهه هدايتون ڏنائون جنهن کانپوءِ استاد حامي کي پرائيويٽ وارڊ ۾ منتقل ڪيو ويو ان کانپوءِ به سائين وٽ ڪيترن ئي علم ۽ ادب دوستن جي اچ وڃ رهي. صنعتن جو وفاقي وزير جناب الاهي بخش سومرو،

سنڌ رائيٽرس گلڊ جي صدر جناب علي نواز وفائي سان گڏجي پڻ سندس مزاج پرسي لاءِ ويا. استاد حامي جي حالت ڏسي کين ايترو جهٽڪو آيو جو وفائي صاحب کان مالي مشڪلات ۾ مبتلا سنڌي اديبن جي لسٽ ڏيڻ جي گهر ڪيائون. استاد حامي بعد ۾ اسان کي ٻڌايو ته اها سومري صاحب سان سندس پهرين ملاقات هئي انهن ڏينهن ۾ ڊاڪٽر تنوير عباسي پڻ ڪراچي ۾ هو چاڪاڻ ته سندس پٽ سرمد Leg Fracture سبب سول اسپتال ۾ داخل هو هڪ ڏينهن شايد حامي صاحب جي وفات کان فقط پنج، ڇهه ڏينهن اڳ مان، ڊاڪٽر تنوير عباسي، شمشيرالحيدري ۽ تاجل بيوس وٽن گڏجي وياسون. استاد جو آپريشن ٿي چڪو هو ۽ چيو اهو پئي ويو ته آپريشن ڪامياب ويو آهي پر سندن صحت ۽ پيلو رنگ، بي جان اکيون ٻڌائي رهيون هيون ته "رهيا اٿئي رات صبح ويندئي صابري" ان جي باوجود استاد جي ڳالهائڻ ٻولهڻ چرچي ۽ طبيعت جي دستوري رنگيني ۾ ڪو فرق نه هو. ڳالهائيندي چيائين ته پيار علي الانه مائي ياڳي کي ايئرڪنڊيشنڊ ڪمرو ڏياريو هو ادا مان مائي ياڳي جهڙو به ناهيان.

هر دفعي ائين ٿيندو هو ته سندس صحت ڏسي اسان جي دل جهري پوندي هئي ۽ سندس ڳالهائڻ ٻڌي وري آٿت اچي ويندو هو توڙي جو اسان کي خبر پئجي چڪي هئي ته ڪينسر جو موذي مرض سائين کي هڪ ڏينهن نهوڙي نيندو پر ان ڏينهن اسانجي وهم گمان ۾ به اها ڳالهه نه آئي ته ڪو سائين اسان کان ايڏو جلد ڌار ٿي ويندو. آخرڪار ٿين جون، جي هڪ وچوڙي ڏيندڙ شام جو ٽيليوزن جي سنڌي خبرن ۾ اها خبر آئي جنهن جو ڪنڪو سدائين اسانجي دلين ۾ رهيو پر اسان کي اها خبر صرف ٻي ڏينهن تي پئجي سگهي ڇاڪاڻ ته ساڳي شام جو اسين سنڌ گريجوئيٽس ايسوسيئشن جي ڏهين سالگره جي

سلسلي ۾ رات جو ٻي وڳي تائين مصروف رهيا سين. اهڙي طرح علم، ادب جو اهو روشن ڏيئو ٻه اُجهامي ويو.

مـــون سي ڏٺـــا مـــاءُ، جنين ڏٺـــو پرين کي
تنين سندي ڪاءُ، ڪري نہ سگهـــان ڳـــالهـــڙي.



# هليو وئين !!!

امید خیرپوري

اُستاد حامي جي وفات سنڌي ادب کي وڏو نقصان رسايو آهي جنهن جو پورائو ڪنهن جي وس جي ڳالهہ ناهي. اُستاد حاميءَ جي جڳهہ ڀرڻ لاءِ ڪنهنجو نالو ڪڻڻ بہ ادب سان هڪ مزاق ڪرڻي آهي حامي ڪنهن بہ هڪ جو ساٿي نہ هو. هو ٻارن ڪان وٺي ٻڍن تائين سڀني جو هڏ ڏوکي يار هو.

امید جو چراغ اجهائي هليو وئين
ڪيڏو نہ دکي درد رسائي هليو وئين
نعمت ڀريون صدائون رلائي هليو وئين
حامي ادب تي روڳ لڳائي هليو وئين

# مهرباني:

جنهن سڀل تي ڪئي سدائين قدرداني سو نہ آ.
جنهن درازيءَ کي لکيو منصور ثاني سو نہ آ.
جنهن کي حامي پيا سڏيو پرور کي پيارو تي ويو.
جنهن اسان تي علم جي ڪئي مهرباني سو نہ آ.

## يا نصيب:

هر ڪنهن جو ڀاڳ ڏار ٿيئي ٿو جدا نصيب!
ساڳيو نٿو بڻائي سين جو خدا نصيب!
حامي سخن شناس وطن مان لڏي ويو!
اهڙو ڪٿي ڪو ماءُ ڄڻي سو ته يا نصيب!!

## نٿا ڏسون:

مُرڪن جو ساٿ ڪنهن به سڄڻ سان نٿا ڏسون
حامي ڪي انجمن ۾ جڏهن ڪان نٿا ڏسون
هو نظم جو نواب رباعين جو پڻ رئيس
نعتين جو بادشاهه غزل وان نٿا ڏسون.

## محبت:

ڪدورت ڪڏائي ۽ بيپائي ڪي ڀوڙڻ
ايهو ڪم عطا تي مدامي رکيو ويو
خبر ڀين جي ناهي مگر خيرپور ۾
محبت جو ڀيو نانءُ حامي رکيو ويو.



## "حامي" دلين کي درد رسائي هليو وئين

هر آدمي اداس ٻڌائي هليو وئين،
حامي دلين کي درد رسائي هليو وئين.

ڦٽڪي لڇي رڙي ٿا يتيين سان ٽڪر هڻن،
پنهنجي ٻچن جو چين وڃائي هليو وئين.

مرڪي گهمن هو کهڙي طرح سڪ سمهي پون،
جن جي جگر ۾ تير چڀائي هليو وئين.

تنهنجي پڇا ڪري ٿو ڳري وينو بدنصيب،
پياري "نصير" کي تون رلائي هليو وئين.

پاڻي وجهڻ کان پوءِ به وسامي نٿي سگهي،
اهڙي اندر ۾ آگ لڳائي هليو وئين.

گهنجي مٺا غزل، رباعين جو دم ٽٽو،
نعتين سنديون صدائون رلائي هليو وئين.

جڳ ۾ ٻرن ٿا روز هزارين ڏيئا مگر،
"اميد" جو چراغ اجهائي هليو وئين.

اميد خيرپوري

۱ جنوري ۱۹۸۴ع

Title Design by: M.Faisal





## سورھ سنڌي ادب




## صاحب خان ·سورھ· ميراڻي

Cell No: 0344 3919786
0300 3404488